الا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون

# رساله معصوميه

(سنڌي)



ترجمه ___ از تصنيف

قبلة الابدال والاوتاد، مرجع الاقطاب، سلطان العارفين

عين العابدين، برهان الملة والدين، ملاذ العالمين، قيوم دوران

عروة الوثقى حضرت امام **محمد معصوم** رضى الله عنه

مترجم:- صاحبزاده حضرت حاجي حافظ محمد هاشم جان مجددي قدس سره

# ترجمہ

# رسالہ معصومیہ

مؤلف

حضرت قیوم الثانی خواجہ محمد معصوم قدس سرہ السامی

مترجم سال ۱۹۶۲ء

جناب فضیلت مآب مولانا حافظ حاجی محمد ہاشم جان مجددی قدس اللہ سرہ العزیز

بقلم

حکیم حافظ حاجی بشیر احمد ابڑو عفا عنہ الصمد

دار الشفا محمدیہ قریب مخدوم تریب ڈوکری ضلع

لاڑکانہ سندھ 5.5.1982

بہ الکرم —

هي ڪتاب ٻارهين زماني ۾ مجاهدن جو نقل ڪيو هوم
قريبًا ويهه سال اڳ لکيل آهي پيا هاڻي بوسيده ٿي ويا اٿس 1162هه
تنهن ڪري نئين سر جي نئون جلد ٺهرائي دوباره لکائڻ تو -
ته سگهي تو لفظ مرحوب ڪنهن سعادت مند کي اهو شرف حاصل
ٿئي جو هو هتي لکيل مواد جو مطالعو ڪري صالح ۽ عامل ٿي
پئي. ته مون کي دعا خير سان ياد فرمائي -
والله المستعان وعليه التڪلان

بقلم حافظ حاجي بشير احمد ابڙو
5.5.1982

تعارف — هي ڪتاب بنام ترجمه رسالا معصوميه حضرت قيوم ثاني خواجه
محمد معصوم مجددي قدس سره جن جي ڪتاب جو سنڌي ۾ ترجمو آهي
جيڪو حضرت والا شفقت سائين حافظ محمد هاشم جان مجددي ڪيو هو
بالڪل پنهنجي حياتي ۾ ترجمه جي صرف ڪاپي فيئر ڪرڻ لاءِ اسان کي ڏني هيائون
هڪڙي فيئر ڪاپي سندن حوالي ڪئي وئي ۽ ٻي هي ناظرين ڪرام جي خدمت
۾ آهي. پيش لفظ سائين حافظ صاحب جن جو لکيل آهي ۽ اصل ڪتاب جي
ڪان شروع آهي فقط

## "پيش لفظ"

بسم الله الرحمٰن الرحيم ۔ الحمد لله رب العالمين والصلوٰة والسلام
علىٰ سيدنا محمد وآله واصحابه اجمعين ۔

برادران اسلام ـــــ هن وقت هڪ مسلمان کي اسلامي زندگي گذارڻ مشڪل ٿي پئي آهي. اهي صفتون جيڪي هڪ مسلمان لاءِ باعث عزت ۽ فخر هيون نه صرف ايترو ته انهن جو قدر نه رهيو آهي بلڪ انهن کي معيوب سمجهيو وڃي ٿو ۽ انهن تي ٺٺولي ۽ مذاق ڪيو وڃي ٿي. عام فضا ايتري حد تائين مڪروهه ٿي چڪي آهي جنهن ۾ نيڪ صفتن جي قدر قيمت نه رهڻ جهڙي عام طبيعتون هوا جي رخ تي غير شعوري طرح خود به خود برائي ۽ بي دينيءَ جي وهڪري ۾ وهي رهيون آهن. خدا ترسي ملڪ مان نڪري وئي آهي.....

هڪ مسلمان کي ته اهو عقيدو رکڻو آهي ته مون کي هڪ ڏينهن الله پاڪ جي آڏو جواب ڏيڻو آهي. اهو عقيدو پاڻ فرسوده خيالي ۽ قدامت پسندي ليکيو وڃي ٿو يا جيڪڏهن زبان تي آهي ته انجو دل تي ڪو اثر ڪونهي حالانڪ عقيدو اهو آهي جنهن کي دل وسهي زبان مان اچارڻ جو نالو عقيدو ناهي جنهن جو دل تي ڪو به اثر نه هجي ان حالت ۾ اسلامي صفتون جن تي انسانيت جو مدار آهي سي ڪيئن فروغ وٺن ۽ اخلاق محموده جن تي اسلام جو بنياد آهي سي ڪيئن ترقيءَ جون منزلون طي ڪن...

هڪ مسلم کي اسلامي زندگي گذارڻ ۾ ڏاڍي مشڪل آهي جو هو اها واٽ هلڻ چاهي ٿو جنهن واٽ تي هلڻ لاءِ هن کي ڪو سنگتي ساٿي يا رفيق شفيق نه ٿو ملي. رفاقت کان سواءِ معمولي سفر

۽ مشڪلات کان خالي نه ٿو ٿئي هي ته پوري زندگيءَ جو سفر آهي
مگر بجاءِ ان جي صورت حال هي آهي ته رفاقت ۽ همدردي ته
گهڻو الٽو هنن جي راهه ۾ رڪاوٽون پيدا ڪيون ٿيون وڃن...
قدم قدم تي هن کي ڪنڊن مان لنگهڻو پوي ٿو... خلا تهي ۽ خدا
پرستيءَ جي تصور کان جدا هن زندگي خالي ٿيو وڃي ته هن نه
صرف مسلمان لاءِ مشڪلاتون آهن بلڪ حقيقت هي آهي ته پوري
انساني زندگي تلخ ٿيو پئي. اسلام جنهن امن ۽ سلامتيءَ جو سنيهو
عالم کي ڏنو آهي تنهن جا اصول جڏهن ترڪ ڪيا وڃن ٿا ته هن
دنيا جهنم جو نمونو بڻجيو وڃي. اڄ اهو ئي لقمان آکين جي آڏو
آهي ته ياد جو پاءُ تي اعتماد ڪونهي، ٻيو ٻنهن جي پت تي ڀروسو
نه ٿو ڪري. ٻاهرين زندگي ته گهڻو اندر گهرجي زندگي جتي انسان
کي ٻاهرين محنت ۽ مشقت کان پوءِ راحت ملڻ گهرجي اتي هن کي
جيئن ۾ آرام نصيب ڪونهي. انهن تلخ حقيقتن کان پوءِ اچو ته تاريخ
جا ورق اٿلايون ۽ ڏسون ته انهن مصيبتن کان ڇوٽڪاري لاءِ
تاريخ ڪهڙو علاج ٿي ڏسي.

تاريخ اهو علاج ڏسي ٿي ته جڏهن کان انسان هوش
سنڀاليو آهي انهن ڏينهن کان وٺي هن ان بيمارين جي علاج لاءِ هزارين
ڪوششون ڪيون ليڪن هر قسم جو علاج بي فائده ۽ هر قسم جي ڪوشش
اجائي وئي آهي. مختلف زمانن ۾ مختلف تحريڪون ڪي اصول ۽
قاعده ناهي نروار ٿيون ليڪن جنهن صورت ۾ انهن جو بنياد پنهن
جي ناقص سمجهه ۽ پنهن جي اونڌي عقل تي رکيل هيو انڪري اهي
سڀ ڪوششون ۽ تحريڪون ناڪام ثابت ٿيون آهن...

ڪنهن مشين جا پرزا پاڻ پنهنجي مرمت نه ٿا ڪري سگهن حقيقت ۾ مشين جي اصلاح اهوئي ڪري ٿو جو خود ان سان ڪري سگهي ٿو جنهن مشين جوڙي آهي البته تاريخ اهو ٻڌائي ٿي ته "محمد ﷺ" ۾ دنيا کي بهشت جو نمونو جنهن دعوت بڻايو ته جنهن جي ڪاميابي تي عالم متفق آهي ته اهڙو سوٽهڙي دور زماني جي آئين ورڇ نه ڏٺو آهي...... (از حافظ محمد هاشم مجددي)

(اهڙي ڪان اڳتي اهڙا تائيد لکيو هين جو ٻه صفحا خالي ڇڏيل آهن مگر هاڻي ته نه گل رهيو آهي نه گلستان ته پوءِ ڪري فقط اهيئي لفظ اعتنا ڪيا ويا جيڪي مرقوم هيا)

برڪت وارا الفاظ هون ڪليا آهن -

حافظ ...

4-5-82

## آغاز

بسم الله الرحمٰن الرحيم والصلوٰة والسلام على سيد المرسلين سيدنا محمد وآله واصحابه اجمعين -

امابعد - هن رسالي ۾ هڪ مقدمو ۽ ڇهه فصل آهن مقدمي ۾ ذڪر ڪرڻ جي شوق ڏيارڻ وارو آهي ۽ حديثن ۾ جيڪي ذڪر جون فضيلتون بيان ٿيل آهن سي ڏيکاريل آهن ۽ شرعيت سڳوريءَ جي حڪمن موافق طاعت ۽ عبادتن جي ادا ڪرڻ جي ترغيب ڏنل آهي

(١) پهرين فصل ۾ ذڪر جي مجلس جو بيان آهي ۽ هر هڪ درجي جي فضيلت جو ذڪر آهي

(٢) ٻئي فصل ۾ اهي دعائون يا ذڪر بيان ڪيل آهن جي صبح ۽ شام جي وقت سان مخصوص آهن ۽ سمهڻ جي وقت جون دعائون ۽ آداب ڏسيل آهن.

(٣) ٽئين فصل ۾ نماز جون دعائون ۽ آداب ٻڌايل آهن

(٤) چوٿين فصل ۾ جماعت ۽ جمع جون فضيلتون ڏيکاريل آهن.

(٥) پنجين فصل ۾ اهي دعائون ۽ ذڪر آهن جيڪي ڪنهن خاص وقت سان مخصوص نه آهن.

(٦) ڇهين فصل ۾ اهڙين نصيحتون ۽ فائدي وارين ڳالهيون.. سمجهايل آهن جن جو پڙهڻ تمام ضروري آهي

"سمجهاڻي"

هن رسالي ۾ جيڪي حديثون بيان ڪيل آهن سي خاص طرح تلاش ڪري حديث شريف جي معتبر ڪتابن مان ورتل آهن جن جا نالا هيٺ لکجن ٿا. جامع الاصول - مشڪواة شريف - حصن حصين -

غاية العمال - ترغيب و ترهيب - جمع الجوامع - معن مٿين
اِهن حديثن تي ڪا به جرح نه ڪئي آهي ۽ جيڪي هن ڪتابن ۾
ڏنيون آهي ته ان جو به بيان ڪيو ويو - ته هن رسالي جون سڀ
حديثون پوريون اعتماد ۽ ڀروسي جهڙيون آهن -

جنهن صورت ۾ هي رسالو مختصر جو ترجمو وڃي ٿو انهي
ڪري حديثن جو سندون ۽ ڪٿي ڪٿي دعائن ۽ ذڪرن جون فضيلتون
جيڪي ذڪر آهن اسان انهن جي بني رسالي ۾ فضائل اعمال و
اذڪار جي تفصيل اسان لکيو آهي اهو رسالو مطول ۾ ڏنو آهي.
جيڪو هن تفصيل جي ڏسڻ جو ارادو ۽ شوق هجي ته اوهان
رسالي جو مطالعو ڪندا - انتهى

(از حضرت قيوم ثاني)
(خواجه محمد معصوم ولد حضرت امام رباني)
(مجدد الف ثاني قدس سرهما)

# مقدمون

ڄاڻڻ گهرجي ته بني آدم جي خلقت جو مقصد ئي اهو آهي ته هو باقاعدي ۽ بندگيءَ جا سڀ لوازما بجا آڻي ۽ پنهنجي ذلت ۽ نيستي احتياج ۽ عاجزيءَ جو اظهار ڪندو رهي عزت ۽ هستي ۽ وڏائي ۽ بي پرواهي اهي صفتون مالڪ ۽ معبود کي ئي ٿيون جڳائن جو انهيءَ شان خاص آهن. اهو بندو جو پاڻ کي بندگيءَ کان بي نياز ٿو سمجهي عزت ۽ وڏائي پنهنجي لاءِ ثابت ٿو ڪري سو حقيقت ۾ پنهنجي خداوندي جو دعويدار آهي. پاڻهي جو ڪم باقاعدي آهي مثل وڏائي خداوند کي ٿي سونهين. انڪري جيترو حقيقي بندو ڪامل انسان ئي عاجزي ۽ بندگيءَ جي لوازمات جو اظهار زياده ٿيندو اوتري قدر مالڪ ۽ معبود جون عنايتون ۽ لطف ان تي وڌيڪ نازل ٿيندا رهندا منتهيءَ (جنهن سلوڪ کي انتها تائين پهچايو آهي) کي به عبادت جي اوتري ضرورت آهي جيتري قدر مبتديءَ (سيکڙات) کي آهي اهڙي نموني کي نه لوازم بندگيءَ جي ادائگي کان سواءِ چارو آهي ۽ نه ڪنهن حال ۾ اهي پنهنجي عبادت الاهيءَ کان بي نياز ٿي سگهن ٿا. اهل سڪر (جذبي جي ڪري جن جو هوش به جاءِ تي نه هجي آهي) جيتوڻيڪ اهي حقيقت جي برخلاف آهن ۽ اهڙن جيڪڏهن ٿي هو بندگيءَ جي ڪمالات کان محروم رهجي وڃن آهن سي عذر وارا ليکيا ويندا ته هنن جو هوش به جاءِ نه آهي اهڙو جذبو يا اهڙي بيهوشي ڪو ڪمال ناهي ڪمال اهو آهي جيڪو نبين سڳورن کي حاصل هيو ۽ خاص طرح اسان جي سائين ۽ سردار خاتم الانبياء عليه الصلواة والسلام کي حاصل آهي جو ايڏي وڏي

ڏسجي ھوندي ھو عاجزي، نياز ۽ بندگيءَ ۾ سڀني کان زياده اڳرا ھيا. ھتي ھڪڙو نڪتو سمجھڻ گھرجي ته بندگي جنھن جو اينڊو ڏسجو آھي تنھن جي پروڙ ۾ گھڻو ڪري ناقص عقل کان غلطي ٿيندي آھي جو ته پنھن جي خيال سان عقل ناقص جنھن ڳالھ کي عاجزي ۽ بندگي ڪري سمجھندو آھي سا الله تعالیٰ جي حضور ۾ بندگي ڪري نه ٿي ليکجي اھي ڪري ڌيان ڏيڻ گھرجي ته حقيقت ۾ بندگي اھا آھي جنھن کي حضور اڪرم شارع اعظم صلي الله عليه وسلم بندگي ڪري ليکيو آھي ۽ جنھن جي پاڻ تعليم فرمائي اٿن. بندگي اھا آھي جنھن ۾ پنھن جي نفس جو دخل نه ھجي. باقي مشقت ۽ تڪليف واريون اھي رياضتون جيڪي شريعت شريف جي موافق نه آھن ۽ حضرت جن جي سنت جي برخلاف آھن سي ھرگز مقبول نه آھن ۽ نه وري انھن مان ڪا وات بارگاه الاهيءَ ڏي کلي ٿي ان جو سبب ھي آھي ته اھڙيءَ صورت ۾ مهڙن نفس جو غلبو ٿو ٿئي ۽ ان جي سلطنت جو پاڻو پوي ٿو ۽ پر شريعت سڳوريءَ نفس اتباع جو ڪٿي ڪي ۽ نفسانيت ۽ خوديءَ جي پاڙ ٿي پٽي او ھين جيڪي طرح غور ڪري ڏسو ته نفس اي حضرت جن جي سنت ۽ شريعت سڳوريءَ جي پيروي ۽ متابعت کان وڌيڪ ٻي ڪا به شيءِ ڳري ۽ اھنجي نه آھي حقيقت ۾ اھا آھي ته سنت نبوي صلي الله عليه وسلم تي عمل ڪرڻ کان وڌيڪ ڪا به رياضت نه آھي ۽ نفس جي فنائيت (جنھن جو سلوڪ ۾ وڏو مقام آھي) به اھڙيءَ پيرويءَ جي ڪري حاصل ٿئي ٿي، حضرت بايزيد بسطامي قدس سره فرمايو آھي ته مون ٽيھ سال مجاھدن ۽ رياضتن ۾ ڪوشش ڪئي ۽ پر علم

۽ سنت جي پيروي کان وڌيڪ ڪري فائدي واري شيءِ هئڻ نه
آهي حضرت عمر بن جنيد رضي الله تعالى عنه کان پڇيائون
ته تصوف ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته امر ۽ نهي تي قائم رهڻ
حضرت شيخ علي ابن ابي بکر قدس سره معارج الهداية
۾ فرمائي ٿو ته هي جو چيو وڃي ٿو ته الله تعالى ڏانهن واٽون
(وترون) آهن جيترا ڪي مخصوص مخلوقات آهي (الطرق
الى الله بعدد انفاس المخلوقين) تنهن جو مطلب هي آهي
ته سڀ طريقا ۽ سڀ واٽون شريعت مطهره جي دائري اندر اچي وڃن
ٿيون ۽ ڪنهن به سنڌي واٽ ۽ صحيح طريقا تي حضور اکرم
رحمت عالم صلى الله عليه وسلم جي پاڪ سنت جي روشني کانسواءِ
هلي نه ٿو سگهجي اهي سمجهائي هي آهي ته شريعت هڪ وڻ جي
مثال آهي ۽ سڀ طريقا ان جون پاڙون ۽ ڏاريون شاخون ۽ ٽنڊون
پن ۽ ميوا ٿون گل ۽ ڦل آهن جن کي هرگز انهن نه جدا ڪري سگهبو ته اهي
ٿيون وڻ کان جدا آهن يا وڻ جي برخلاف آهن بلڪ اهي سڀ ٿيون
وڻ جا جزا آهن ۽ وڻ انهي مجموعه جو نالو آهي ساڳي طرح
شريعت مطهره ۽ طريقتن جي متعلق به سمجهڻ کپي.

قسم آهي انهيءَ ذات پاڪ جو جنهن هٿ ۾ منهنجو
ڪنڌ آهي ۽ جنهن جان وجود ۾ روح ڦوڪيندڙ آهي ته شريعت محمديءَ
۽ سنت نبوي صلى الله عليه وسلم کان سواءِ ڪو به سو جهرو ڪونهي
نور ۽ روشني آهي ته انهيءَ ۾ آهي تجلا ۽ چمڪاٽ آهي ته انهيءَ
۾ آهي انهي کان سواءِ سڀ اونده ۽ اونداهي ۽ گمراهي
آهي الله تعالى جي انهن سڀني ۽ سڌي واٽ کان سواءِ ...

(جيڪا حق تائين پهچائي ٿي) ٻيا جيڪي به پيچرا آهن سي ابليس تائين پهچائين ٿا جن جو توڙ ترهٽ آهي. خواري ۽ خرابي آهي ڦيڪار ۽ ڏڪار آهي حق جي سواءِ سڀ ڪجھ ناحق آهي الله سبحانه وتعاليٰ برحق فرمايو آهي ته "هيءَ منهنجي سڌي واٽ آهي ان تي هلو ۽ ٻين پيچرن تي متان لڳو ته و ڦيرايو ٿو ته سڌي واٽ ڇڄائي نه وڃي"

ڄاڻڻ گهرجي — ته سڀني عبادتن ۾ افضل ۽ اعليٰ ۽ سڀني طاعتن ۾ پهريون درجو "ذڪر الاهي" کي حاصل آهي ذڪر جي فضيلت ۾ تمام گهڻيون حديثون آيل آهن جن مان ڪجھ هيٺ ڏجن ٿيون -

حديث شريف — الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته مان پنهنجي ٻانهي جي خيال وٽان آهيان. ٻانهو جڏهن مون کي ياد ڪري ٿو ته مان ان سان ساڻ آهيان ۽ جيڪڏهن مون کي پنهنجي نفس (دل) ۾ ياد ڪري ٿو ته مان به ان کي پنهنجي نفس ۾ ياد ڪيان ٿو ۽ جيڪڏهن مون کي ڪنهن جماعت ۾ ياد ڪري ٿو ته مان به انهيءَ کي انهيءَ جماعت ۾ ياد ڪريان ٿو جيڪا ان جي جماعت کان گهڻو افضل آهي ۽ ٻانهو جڏهن مون ڏي هڪڙو گرانٺ وڌي ٿو ته پوءِ مان ان ڏي هڪڙو هٿ وڌان ٿو ۽ قريب ٿيان ٿو ۽ هو جيڪڏهن مون ڏي وک وڌائيندو اچي ٿو ته مان ان ڏي ڊوڙندو اچان ٿو.

حديث شريف — حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمائن ٿا ته جنهن رات منهنجو معراج ٿيو هيو انهيءَ منهنجو اهڙي شخص تي گذر ٿيو جنهن جي عرش اعظم جي نور ۾ جاءِ هئي مون پڇيا

ڪنهن ته هي شخص ملائڪ آهي؟ چيائون ته نه! موٽ چيو ته ڇا
هي ڪو نبي آهي؟ چيائون ته نه. تنهن تي موٽ چيو ته پوءِ هي
ڪير آهي چيائون ته هي اهو شخص آهي. جنهن جي زبان
دنيا ۾ الله تعاليٰ جي ذڪر سان تازي رهندي هئي ۽ سندس
دل سدائين مسجد شريف سان اٽڪيل هوندي هئي ۽ هي پنهنجي پيءُ
۽ ماءُ کي ڪڏهن به ڪٽ وٽ ڳالهائڻ جو سبب نه بڻيو آهي...

حديث شريف - حضرت نبي صلي الله عليه وسلم فرمائين
ٿا ته ڇا مان اوهان کي نه ٻڌايان ته اوهان جي عملن ۾ سڀ کان وڌيڪ
ڀلو عمل ڪهڙو آهي؟ ۽ اوهان جي مالڪ وٽ سڀ کان وڌيڪ سهڻو
۽ پسنديده عمل ڪهڙو آهي؟ ۽ اوهان جي درجن ۾ سڀ کان وڌيڪ
ڪهڙي عمل جو درجو مٿاهون آهي. اهو اهڙو عمل آهي جو سون
۽ چاندي کي جيڪڏهن الله جي واٽ ۾ لٽائجي ته ان کان به وڌيڪ
اوهان کي فائدو ڏيندڙ آهي ۽ اهو ته جيڪڏهن دشمن جي مقابلي
۾ وڃي سينو سپر ڪري بيهو ۽ هڪ ٻئي جا ڪنڌ ڪپيو ته انهن
کان به وڌيڪ اوهان جو درجو وڌائي ۽ نفعو پهچائي. صحابين
سڳورن عرض ڪيو ته اهڙو عمل اسان کي ضرور ڏسيو. پاڻ فرمايائون
ته اهو الله جو ذڪر" آهي.

حديث شريف - حضرت جن فرمائين ٿا ته سڀ ڪنهن شيءِ جي لاءِ
ڪا اهڙي شيءِ به هوندي آهي جنهن سان ان کي مانجي صفا ڪجي.
۾ چمڪائجي غور سان پڙهو ته دلين کي مانجي صفا ڪري چمڪائيندڙ
الله تعاليٰ جو ذڪر آهي ۽ الله تعاليٰ جي عذاب کان ڇو ٽڪارو ڏيندڙ
به ذڪر کان وڌيڪ ڪا شيءِ نه آهي. صحابين سڳورن عرض ڪيو ته

يارسول الله صلى الله عليه وسلم في سبيل الله جهاد جو به اهو درجو نه آهي جا؟ پاڻ ڪرمين فرمايو ته نه البته جيڪڏهن ترار کي ايترو وهائي جو ڀڃي پرزا پرزا ٿي پوي ته به ذڪر جو مٽ ٿي سگهي ٿو.

حديث شريف - ته حضرت جن فرمايو ته جيڪو شخص ساري رات جي اوجاڳي ۽ تڪليفن سهڻ کان عاجز هجي ۽ ايڏي دل به نه هجيس جو پنهنجو سمورو مال الله جي راهه ۾ لٽائي ڇڏي ۽ ايتري همت به ڪانهيس جو دشمن جي سامهون ٿي بيهي ۽ جهاد ڪري تن کي گهرجي ته الله تعالى جو ذڪر گهڻي کان گهڻو ڪندو رهي. (اها حديث شريف انهن لفظن سان طبراني روايت ڪئي آهي اهڙي حديث شريف جي سند ۾ ابو يحيى الثقات کان سواءِ جيڪي به راوي آهن سي قابل حجت آهن جن کان صحاح ۾ روايتون ورتل آهن ۽ اهڙي حديث جي ساڳي سند سان بيهقيءَ به روايت ڪئي آهي منه)

حديث شريف - حضرت جن فرمائن ٿا ته جيڪي الله تعالى جو ذڪر ڪندا رهن ٿا ۽ جيڪي ڪونه ٿا ڪن انهن جي وچ ۾ ايڏو فرق آهي جيترو جيئري ۽ مردي جي وچ ۾ فرق آهي.

حديث شريف - حضرت جن فرمائن ٿا ته الله تعالى جو ايترو ذڪر ڪريو جو ماڻهو اوهان کي مجنون چون.

حديث شريف - حضرت انس جي والده سگهوريءَ عرض ڪيو ته يارسول الله صلي الله عليه وسلم مون کي ڪا وصيت ڪريو پاڻ فرمايائون ته گناهن کان پري بيهه اهو افضل الجهاد آهي ۽ الله تعالى جو ذڪر گهڻو ڪندي رهه جو ته الله تعالى جي حضور

۾ ٻيا صحابه اهڙي شئ پيش نه ٿي ڪري سگهيا جو ذڪر ڪندڙن وٽ ڪيئن محبوب هجي -

حديث شريف - حضرت جن فرمائين ٿا ته اهل جنت ڪنهن به شئ تي افسوس نه ڪندا مگر انهيءَ گهڙيءَ تي انهن کي افسوس هوندو جا انهن تي دنيا ۾ اهڙي گذري هوندي جنهن ۾ انهن الله تعالیٰ جو ذڪر نه ڪيو هوندو -

حديث شريف - حضرت جن فرمائين ٿا ته صحابه جماعت جيڪڏهن گڏ ٿي الله تعالیٰ جو ذڪر ٿي ڪري (پر شرط هي آهي ته انهي عمل مان انهن جو مطلب الله تعالیٰ جي رضا مندي کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه هجي) ته پوءِ آسمان مان هڪڙو سڏيندڙ سڏ ڪري ٿو ته اوهين مان اٿو جڏهن اٿندا ته اوهان جا سڀ گناهه بخشيل هوندا ۽ اوهان جون برايون مٽجي چڱايون ٿينديون -

حديث شريف - حضرت جن فرمائين ٿا ته قيامت جي ڏينهن الله تعالیٰ اهڙيون قومون اٿاريندو جن جي منهن مان نور پيو ٻرندو ۽ اهي سچن موتين جي مسندن تي ويٺل هوندا ساري خلقت انهن تي رشڪ پئي ڪندي ۽ اهي ماڻهو نه نبين ۾ جماعت مان هوندا ۽ نه شهيدن جي ٽولي مان . اهو ٻڌي هڪڙو اعرابي ادب سان گوڏن ڀر ٿي ويٺو ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم اسين انهن کي سڃاڻي سگهون ٿا پاڻ فرمايائون ته هائو اهي جماعت اُها آهي جيڪا خاص الله تعالیٰ جي ڪري هڪ ٻئي سان محبت ڪري ٿي توڙي اهي مختلف قبيلن ۽ مختلف ملڪن جا آهن پر الله تعالیٰ جي ياد ڪرڻ لاءِ سڀ گڏجي ذڪر ڪن ٿا

حديث شريف - اي الله جا ٻانهيا الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندا ڪريو قيامت اهڙا آئي ڪيئي آئي ...

حديث شريف - اهو ذڪر جنهن کي حفاظت ڪندڙ ملائڪ به نه ٿا ٻڌن سو اهڙي ءَ ذڪر کان ستر ڀيرا وڌيڪ فضيلت رکي ٿو جنهن کي اهي ملائڪ ٻڌن ٿا.

حديث شريف - حضرت جن فرمايو آهي ته الله تعاليٰ کي دل ۾ ياد ڪريو عرض ڪيو ويو ته ڪهڙي طرح فرمايائون ته ذڪر خفي ڪريو

حديث شريف - ذڪر جي سيني قسمن ۾ ذڪر خفي سڀ کان افضل آهي ۽ رزق جي سيني قسمن ۾ اهو ڀلو آهي جو ڪفايت ڪندو هجي

حديث شريف - الله تعاليٰ جو اڪيلو ذڪر ڪرڻ اهڙو آهي جيئن ڪو شخص اڪيلو ڪافرن سان جنگ ڪري ٿو.

حديث شريف - حضرت جن فرمايئن ٿا ته صبح جي نماز کان پوءِ سج اڀرڻ تائين جو ماڻهن ڪنهن جماعت سان ويهي الله تعاليٰ جو ذڪر ڪريان سو مون کي ساري ءَ دنيا کان وڌيڪ پسند آهي. ۽ عصر جي نماز کان پوءِ جو ڪنهن جماعت سان ويهي سج لهڻ تائين الله تعاليٰ جو ذڪر ڪريان سو مون کي ساري ءَ دنيا ۽ دنيا جي هيني سڀني کان وڌيڪ پسند آهي

حديث شريف - جيڪو شخص الله تعاليٰ جي فرمان برداري ۾ رهي سو تحقيق ته الله تعاليٰ جو ذڪر ڪري رهيو آهي توڻي ته ان جون نمازون - روزا - تلاوت قرآن شريف گهٽ هجي ۽ جيڪو شخص الله تعاليٰ

جي نافرماني ۾ آهي سو الله تعاليٰ جو ذڪر نه ڪري رهيو آهي
لوڙي ان جون نمازون، روزا، ۽ قرآن شريف جي تلاوت گهٽجي
ڪان گهٽجي هجي - (اهي حديث شريف جو حاشيه حضرت سائين حافظ
صاحب جي قلم کان هن طرح آهي -

مطلب هي آهي ته هرهڪ مسلم کي پنهنجي پوري زندگي
الله تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ گهرجي اهو مسلم جو پنهنجي زندگيءَ جا
سڀ لمحا الله تعاليٰ جي فرمان برداري ۾ بسر ڪري رهيو آهي اهو شخص
الله تعاليٰ جو ذڪر ڪري رهيو آهي ڇو ته ذڪر جي معنيٰ آهي ياد ڪري
سو الله تعاليٰ جي اها ياد ئي آهي جنهن کي هن فرمان برداريءَ جي
ڪمن ۾ مشغول رکيو آهي ان ڪري اها حقيقت آهي ته ان شخص جو
جو سارو وقت ذڪر ۾ گذري رهيو آهي پوءِ نمازن، روزن ۽ تلاوت
قرآن جي پوري انداز جي ڪري اهو خيال ڪرڻ گهرجي ته اهي ۽
شخص جو عبادت ۾ ذڪر ۾ ته رو وقت ته گذري ڇو ته فرمان برداريءَ
وارايون گهڙيون با اهڙيون ئي عبادت ۾ ذڪر جون گهڙيون آهن
جهڙي طرح نماز روزي ۽ تلاوت جون ساعتون. اهي ته شخص جي ته
مڪمل زندگي عبادت آهي ۽ ذڪر آهي پر اهو ماڻهو جو بظاهر نمازون
گهٽيون ته پڙهي ۽ روزا به گهٽا ته رکي قرآن مجيد جي تلاوت به
گهٽي ته ڪري پر باقي وقتن ۾ نافرماني ڪري رهيو آهي تنهن لاءِ
حضرت جن ڪهڙو نه حڪمت ڀريو حڪم فرمايو آهي ته اهو شخص
الله تعاليٰ کان غافل آهي ۽ انهي ڪري جي دل ۾ الله تعاليٰ جي ياد نه آئي
هئه ته ان جي ڪري جو بهر صورت ستين عبادتن کان بچيل وقت زندگي
جون گهڙيون ساعتون اهي ئي اهون جيڪي هن نافرمانيءَ ۾ گذاريون

۽ عبادت جي گهڙين ۾ هوندي به غفلت ۾ ناغا ڪيائين جا وقت هجڻ
صورت ۾ گهٽائيا! اهڙي طرح ٻڌبو ته هن الله تعالىٰ کي ياد
نه ڪيو آهي ۽ غفلت ۾ زندگي تلف ڪئي آهيس ۽ انهيءَ حڪم
۾ بار ڪري ڇڏيو هئي ۽ آهي ته جيڪو شخص باقي وقت ۾ ناغا ڪري
ڪري رهيو آهي سو معاف ڪرڻ جهڙو آهي ته مٿين عبادتن جي وقتن ۾ به
الله تعالىٰ کي ياد نه ڪري رهيو آهي جيڪڏهن ان شخص جي ياد
به موجب "اقم الصلواة لذكرى" صحيح هجي ها ته باقي وقت
هن جا هرگز ناغا ڪيائي ۽ ۾ به موجب "ان الصلواة تنهى عن الفحشاء
والمنكر" نه گذري ها. انتهي (مترجم حافظ محمد ...)
حديث شريف - الله تعالىٰ جو ذڪر مبارڪ شفا آهي
۽ ماڻهن جو ذڪر (يادگيري) بيماري آهي -
حديث شريف - اهڙا ڪي ٿيڻ ۾ ڪٿي گفتگو جنهن ۾ الله تعالىٰ
جو ذڪر نه هجي تنهن کان پرهيز ڪريو ڇو ته جنهن گفتگو ۾ الله تعالىٰ
جو ذڪر نه هجي تنهن سان دل سخت ٿي ٿي ۽ سخت دل ٿي ۽ الله تعالىٰ
کان بيشڪ اهي ماڻهو پري آهن جن جون دليون سخت آهن -
حديث شريف - الله تعالىٰ فرمائيندو ته دوزخ جي باهه مان
انهن کي ڪڍو جن هڪڙي ڏينهن به مون کي ياد ڪيو آهي يعني منهن
جو ذڪر ڪيو آهي يا ڪنهن مقام تي منهن جو خوف انهن جي دلين ۾
پيدا ٿيو آهي
حديث شريف - حضرت موسىٰ عليه السلام عرض ڪيو ته اي منهنجا
رب منهن جي دل تي گهرجي ته اهڙي ماڻهو کي سچا ڪائن ۽ انهن سان
محبت رکان جنهن سان تون تنهن جي پاڻهن ۾ محبت رکندو هجين

الله تعالىٰ فرمايو ته اي موسىٰ ع منهنجي ٻانهي کي ڏسين جيڪو منهنجو
ذڪر ۽ منهنجي يادگيري گهڻي ڪري ٿو ته پوءِ سمجهي وٺ ته منهنجي
جي اذن ۽ گهڻ جيڪري ٿي هو منهنجي يادگيري ڪري ٿو ۽ مان هن
سان محبت رکان ٿو ۽ جڏهن اهڙي ٻانهي کي ڏسين جو هو نه منهنجو
جو ذڪر ڪري ٿو ۽ نه مون کي ياد ڪري ٿو ته پوءِ پروڙي وٺ ته مون
ان کي روڪيو آهي ۽ اهو پڙدو وجهي مون وڌو آهي جو منهنجي
يادگيري ڪو نه ڪري ٿو ۽ تحقيق ته مان هن سان نفرت رکان ٿو....

حديث شريف - حضرت موسىٰ عرض ڪيو ته اي منهنجا
رب جيڪڏهن تون ويجهو آهين ته پوءِ تنهنجي دل جو هوريان ٿو
اوريان ۽ جيڪڏهن تون پري آهين ته پوءِ واڪا ڪري توکي پڪاريان
جو مان تنهنجي مٺڙي آواز کي ٻڌان ته ٿو پيو پر توکي ڏسان اصل ڪو نه
ٿو هاڻي ٻڌاءِ ته تون ڪٿي آهين الله تعالىٰ ڪين فرمايو ته اي موسىٰ
مان تنهنجي پويان آهيان، مان تنهنجي اڳيان آهيان، مان تنهنجي
ساڄي پاسي آهيان، مان تنهنجي کاٻي پاسي آهيان - اي موسىٰ
مان ٻنهي جي ادهيءَ ٻانهي جو انوقت هم نشين ساٿي ۽ جليس آهيان
جنهن وقت هو مون کي ياد ڪري ٿو، هو منهنجو ذڪر ڪري ٿو
۽ مان اهڙي ٻانهي سان گڏ آهيان جيڪو مون کي سڏي ٿو ۽ مون کي
پڪاري ٿو

حديث شريف - الله تعالىٰ حضرت موسىٰ ڏي وحي موڪلي
ته ڇا تون چاهين ٿو؟ ته مان تو سان گڏ جي تنهنجي گهر ۾ رهان
حضرت موسىٰ سجدي ۾ ڪري پيو ۽ عرض ڪيائين ته يا الله تون
مون سان منهنجي گهر ۾ ڪهڙي طرح رهندين؟ الله تعالىٰ فرمايو ته

ته اي موسيٰ ٻيا تو کي خبر نه آهي؟ ته جيڪو مون جو ذڪر ڪري ٿو تنهن جو مان هم نشين آهيان ۽ جتي ٻه منهن جو ٻانهو مون کي ڳوليندو ته مون کي اتي لهندو -

تنبيه = اهڙي حديث جي روايت ابن شاهين ذڪر جي ترغيب جي بيان ۾ حضرت جابر کان ڪئي آهي پر ان روايت ۾ محمد بن جعفر مدائني هڪ راوي آهي جنهن لاءِ احمد چيو آهي ته مان اهڙن ڪان ڪنهن به روايت نه ڪندس

## ( فصل پهريون )

ذڪر جي هرهڪ درجي جي فضيلت جي بيان ۾

ڄاڻڻ گهرجي ته ذڪر جا (٣٠) ٽيهه آهن جن جو درجو هي آهي ته الله تعاليٰ جي ياد ڪجي انهن ڪلمن ۽ لفظن سان جن جو حڪم شرعيت سڳوري ۾ ثابت آهي جهڙي طرح تسبيح، تحميد، تهليل، تڪبير، تمجيد، استغفار ۽ مناجات وغيره جا صيغا جيڪي وارد ٿيل آهن. ۽ انهن هر هڪ ذڪر جي قسم لاءِ جدا جدا بيشمار فضيلتون آهن جن جو بيان تفصيل سان حديث شريف جي ڪتابن ۾ ڏنل آهي مختصر طرح انهن جو ڪجهه بيان انشاءالله اڳتي ڏنو ويندو پر اڪثر اهل الله سڀ ڪان زياده شوق ۽ رغبت ڪلمه تهليل لا اله الا الله کي ڏيا اٿن ته جو ته ڪلمه تهليل جا فائده ٻين سڀني ذڪرن کان گهڻا ڏنا آهن ۽ اندر جي پاڪائي ۽ دل جي صفائي لاءِ جيڪي تاثير انهيءَ ڪلمه شريف ۾ ڏٺا اٿن سو سڀ کان زياده آهي انهيءَ ڪري ته اهو ڪلمو شريف سالڪ کي ڪشان ڪشان ماسويٰ کان راهي

بچائيندي مطلوب وٽ پهچائي ٿو ۽ طالب کي جنهن ڏي جي ٿو
سان نيندي نيندي وڃيو محبوب سان ملائي ٿو لحظي اهڙي
بخت وارا دولت مند به آهن جو انهن ڪلمهٔ شريف هر هڪ پڙهڻ
جي چوٽ سان هڪ خاص فنا جو ادراڪ ۽ پروڙ ماڻ ۾ ڪندا آهن
۽ هر هڪ پساهه ۾ ڪيترا ڀيرا موت جو پيالو پيئندا آهن مولانا جامي
ڪهڙو نه چڱو چيو آهي -

دمی صد بار در یاد تو میرم
بدین بی طاقتی نام تو گیرم

يعني اي منهنجا محبوب هر هڪ پساهه ۾ سؤ ڀيرا تنهنجي ياد ۾
مران ٿو ۽ اهڙي بي طاقتي ۾ به تنهنجو نالو وٺندو رهان ٿو
حديث شريف - ۾ آهي ته افضل ذڪر لا اله الا الله آهي
حديث شريف - جنهن وقت ٻانهو لا اله الا الله چئي ٿو ته پوءِ
سڀ آسمان چيري ڇڏي ٿو تان جو اهو ڪلمو مبارڪ وڃي الله تعالى
جي حضور ۾ بيهي ٿو الله تعالى ان کي چئي ٿو ته صبر ڪر ۽ ترسو
ته ڪلمو عرض ڪري ٿو ته ڪهڙي طرح مان صبر ۾ رهان جو هن ڪي
تو ايا منهنجي چوندڙ کي نه بخشيو آهي پوءِ الله تعالى فرمائي
ته مون جنهن هن مون هن کي بخشيو آهي تڏهن ته هن جي زبان
تي اهو پيارو ڪلمو جاري ڪيو اٿم - اها حديث ٿئي حضرت
انس کان روايت ڪئي آهي -

حديث شريف - ۾ آهي ته حضرت موسى عليه السلام کي جڏهن
تورات عطا ٿيو تڏهن الله تعالى کان عرض ڪيائين ته يا الله مون کي
ڪا دعا ڏيو جنهن سان مان اوهان جي حضور ۾ التجا ڪريان

۽ پڪاريائين الله تعاليٰ ارشاد ڪيو ته لا اله الا الله جو ورد ڪر وري
عرض ڪيائين اهو دعا ته تنهنجا سڀ ٻانها ڪندا رهن ٿا ۽ اهو ڪلمو مبارڪ
تو ان ليئا آهن مون کي خاص دعا ڏسيو. منهنجو مطلب آهي ته
ڪنهن مخصوص ڪلمه سان مون کي نوازيو تڏهن تي الله تعاليٰ فرمايو
ته اي موسيٰ جيڪڏهن سڀ آسمان ۽ آسمانن ۾ رهندڙ مخلوق
سڀ درياهه ۽ سڀئي درياهن ۾ جيڪي ڪجهه موجود آهي موسيٰ هڪڙي
پلڙي ۾ رکجي ۽ لا اله الا الله ٻئي پلڙي ۾ رکجي ته تحقيق
لا اله الا الله جو وزن ڳورو ٿيندو ۽ اهو پلڙو جهڪي پوندو...
مٿين حديث شريف حضرت ابو سعيد خدري رضه عنه
روايت ڪئي آهي

حديث شريف ۾ آهي ته سڀ ڪنهن شيءِ جي ڪنجي ٿيندي
آهي ۽ آسمانن زمينن جي ڪنجي لا اله الا الله جو چوڻ آهي
اها حديث معقل بن يسار روايت ڪئي آهي،

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو ٻانهو لا اله الا الله سئو
ڀيرا پڙهندو رهي تو ان کي الله تعاليٰ قيامت ڏينهن اهڙي شان سان
اٿاريندو ۽ ان جو منهن اهڙو روشن هوندو جيئن چوڏهين جو چنڊ هوندو
آهي ۽ ان ڏينهن ڪنهن به ٻانهي جو عمل ان جي عمل کان افضل نه ليکيو
ويندو مگر اهو ٻانهو جنهن ايترا ڀيرا يا ان کان به زياده اهو ڪلمو شريف
پڙهيو هجي ان حديث کي ابو الشيخ ۽ ... ۽ حضرت ابوذر رضه
کان روايت ڪن ٿا،

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص لا اله الا الله چئي ٿو
۽ ان ڪلمي کي ڊگهو ڪري تو ته ان جا چار هزار ڪبيرا گناهه ميٽجي ويل

وڃن ٿا - احاديث شريف ابن النجاري عن انهيءَ حضرت انس
ڪان روايت ڪئي آهي -

حديث شريف - ۾ آهي ته جيڪو شخص لا اله الا الله
خلوص ۽ سچائي سان چوندو ته اهو بيشڪ جنت ۾ داخل ٿيندو ...
عرض ڪيائون ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم ان ڪلمي شريف جو
اخلاص ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ان جو اخلاص هي آهي ته اهو
ڪلمو توکي الله تعاليٰ جي سڀني حرام ڪيل شين کان روڪي ڇڏي -
احاديث حڪيم حضرت زيد بن ارقم کان روايت
ڪئي آهي ۽ خطيب حضرت انس کان روايت تو ڪري جنهن ۾ هاڻ
ئي الفاظ آهن -

حديث شريف ۾ آهي ته لا اله الا الله انهن جي هوندي
تائين رواني بلائن جا ميڙ ڪري ڇڏي تو جن ۾ نيڪو رواني ۽
۽ هم جو آهي - احاديث ابن عباس کان روايت ڪئي آهي
حديث شريف ۾ آهي ته لا اله الا الله هميشه الله تعاليٰ
جي غضب کي ماڻهن کان روڪيندو رهندو جيستائين جو ننڍي ۾ هيءَ
پيدا نٿي جو دنيا جا ڪم جنهن مٿي ڀل هوندا ته انهن هنن کي ڪا
جي پرواهه نه هوندي ته انهن جي دين کي ڪيترو نقصان پهتو آهي
اهڙي حالت ۾ جڏهن اهو ڪلمو شريف پڙهندا ته انهن کي جيو
وينده ته اوهين ڪوڙ ٿا ڳالهايو اوهين انهي ڪلمي جا اهل ۽ لائق
نه آهيو - احاديث شريف ابن النجاري حضرت زيد بن ارقم
کان روايت ڪئي آهي (۽ حاشيه حضرت سائين حافظ صاحب هنطرح لکيو
آهي - حضرت جن جو اهو فرمودو هن زماني ۾ اسان مسلمانن لاءِ ونڃي

جو گو آهي ته جيائن اسان جي حالت اهڙي آهي ته جيڪا اهميت آهي سا دنيا جي معاملن کي آهي اهي موسڊريل جي باقي اگي دين جي ڪا گهٽائي ٿي رهي آهي ته پرواه ناهي . ان ڪري ڪواهڙو ڌيان نه ٿو ڏئو جي پوءِ صورت حال ٻاهرا آهي ته هر طرح جون مصيبتون ٻه مسلمانن تي نازل ٿي رهيون آهن سئال الله تعالى پنهنجي فضل سان مسلمانن کي اها سمجهه ڏئي جو هو دين جو قدر سڃاڻن ته پوءِ هنن جو دين ٻه سڌري ته دنيا ٻه سڌري ۽ ڪلمون شريف ٻه رب سائين جي عذاب کان روڪي - انهما فنا جي ڏي)

بقلم حافظ اشرفحمد ٥.٥.١٩٨٤

ذڪر الاهي جو بيو رڪ جو هي آهي

ته الله تعالى جي ياد گيري (ذڪر) سندس ڪلام جي پڙهڻ سان ڪجي جيڪا ياد گيري ڪلام الله جي پڙهڻ سان ڪجي ٿي تنهن ڪري ته الله تعالى سان پوري پوري مناسبت پيدا ٿئي ٿي ڪلام الله ته الله تعالى جي حقيقي ۽ اهڙي صفت آهي ۽ سندس اها بيحد عنايت آهي جو اهڙي ڪلام سان هن عالم کي نوازيو اهڙو ظاهر آهي ته هر هڪ صفت کي پنهنجي موصوف سان انتهائي قرب ۽ اتحاد هوندو آهي ان مان اندازو لڳائڻ گهرجي ته جيڪو ان صفت جو رنگ پاڻ ۾ پيدا ڪندو تنهن جو نتيجو ڪهڙي قرب جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو

اندر سخن دوست نهان خواهم گشت — تا بر لب او بوسه زنم خويش نه خوانم

معنيٰ محبوب جي گفتگو ۾ پاڻ کي لڪائيندس ته ان جي بدلي ۾ پنهنجي
جي ڏيان ۽ پاڻ نه ڏيکاريان -

حديث شريف ۾ آهي ته ڏيان ڏني بڙو جنهن شخص
کي الله تعاليٰ جو اشتياق هجي تنهن کي گهرجي ته الله تعاليٰ جي
ڪلام پڙهي

حديث شريف ۾ آهي ته اهل القرآن اهل الله ۽ الله تعاليٰ
جا خاص پاڻا آهن

حديث شريف ۾ آهي ته سڀني ماڻهن ۾ وڌيڪ عبادت گذار
اهو آهي جيڪو ڪلام الله شريف جي وڌيڪ تلاوت ڪري ٿو،

حديث شريف ۾ آهي ته قرآن جي حامل کي اهڙي ئي
جو قرآن جو حامل نه آهي ڇو جيڪي قرآن پڙهن ٿا ۽ ان تي عمل
ڪن ٿا انهن تي جيڪي نه قرآن پڙهن ٿا ۽ نه ان تي عمل ڪن ٿا ايتري
فضيلت آهي جيتري فضيلت مخلوق تي خالق کي حاصل آهي -

حديث شريف ۾ آهي ته حاملين قرآن جي تعظيم ۽ تڪريم
ضرور ڪريو بيشڪ جنهن شخص انهن جي تعظيم ڪئي تنهن تحقيق ته
الله تعاليٰ جي تعظيم ڪئي ۾ ڪن ڏني پڙو ته حاملين قرآن جا حقوق
ادا ڪرڻ ۾ هرگز گستاخي نه ڪريو ڇو ته الله تعاليٰ انهن جو وڏو
شان ڪيو آهي - حاملين قرآن بنسبت ٻين جي درجي کي وڏيڪ آهن
برا انهن تي وحي نه لهندي آهي ان حديث شريف جي .... روايت ڪئي
آهي

حديث شريف ۾ آهي ته جنت جا درجا به ايترا ئي درجا قرآن
جي آيتن جيترا آهن ۽ هر هڪ آيت جي پڙهڻ جي ڪري هڪ ٿو

درجو بلند ٿيندو آهي ڪل آيتون ڇهه هزار ٻه سئو سورهن آهن
۽ هڪڙي درجي کان ٻئي درجي تائين ايتري مسافت آهي
جيتري قدر آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ آهي تان جو وڃي
اعلى عليين کي انتها ٿيندي ته هر هڪ جا ستر هزار ياقوت جا
ٿنڀ آهن جن جي روشني ڪيترن ڏينهن ۽ راتين جي پنڌ
کان ڏسي سگهبي ٿي. ان حديث شريف جي .... روايت ڪئي آهي

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص قرآن مجيد
پڙهي ٿو تنهن کي هڪڙي نيڪ آهي پر ان کي اڳي کان ڏهوڻي
ڪري جي دولت حاصل ٿيندي.

حديث شريف ۾ آهي ته حاملين قرآن (پڙهندڙ ۽ عامل)
اولياء الله آهن تحقيق جيڪو شخص انهن سان دشمني رکندو آهي
الله تعالى سان دشمني ڪري ٿو ۽ جيڪو انهن سان دوستي رکي ٿو
اهو الله تعالى سان دوستي رکي رهيو آهي ان حديث شريف کي
بخاري ۽ روايت ڪيو آهي

حديث شريف ۾ آهي ته اوهان مان جيڪو شخص
چاهيو ارادو هجي ته مان الله تعالى سان ڳالهايان ته قرآن شريف
پڙهي

حديث شريف ۾ آهي ته افضل ذڪر تلاوت قرآن آهي
سمجهاڻي . هن حديث شريف ۾ آهي ته افضل ذڪر تلاوت قرآن
آهي ۽ ٻئي هڪ حديث ۾ آيو آهي ته افضل ذڪر ڪلمه طيبه
آهي سو جيڪڏهن هن حديث مان ذڪر جو مطلب اهو وٺجي ته غفلت
دور ڪجي ۽ ساروڻي پوري قائم رهي ۽ مٿين حديث ۾ ذڪر مان مراد

اهڙو نجي ته خاص لفظن ۾ ڪلمن سان الله تعاليٰ کي ياد ڪجي ته ٺيڪ
ان صورت ۾ ٻنهي حديثن ۾ ڪو به اختلاف ڏسڻ ۾ نه ايندو اهاهي
ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن افضل جي معنيٰ انفع ڪري
ونجي ته ٺيڪ به ڪو اختلاف نه آهي جو ته ڪن ماڻهن لاءِ ڪلمه طيبه
جو ذڪر وڌيڪ نفعو ڏيندڙ آهي ۽ ڪن ماڻهن لاءِ قرآن شريف
جي تلاوت وڌيڪ فائدي واري آهي جنهن جو بيان اڳتي ايندو
ان شاءَ الله ـــ

۽ ذڪر الاهي جو ٽيون درجو جيڪو ٻنهي درجن جو جامع آهي
سو هن طرح آهي ته الله تعاليٰ جي ياد ڪرڻ نماز ادا ڪرڻ
سان ڪجي ان لاءِ ته نماز ۾ قرآن مجيد جي تلاوت به ٿئي ٿي
۽ ٻيا ذڪر اذڪار به ان ۾ اچي وڃن ٿا مثلاً تڪبيرون يا تڪبيرات
تسبيحات، تشهادات، تهليل، درود و صلوات اهي سڀ ذڪر نماز
۾ اچي وڃن ٿا ۽ انهن علاوه دعا به نماز ۾ ڪئي وڃي ٿي جيڪا
وڏي عبادت مان آهي نياز ۽ نوڙت ادب ۽ ٻاجهه جي اظهار
بندگي لاءِ لازم آهي ۽ انسان جي خلقت مان مقصود به اهو ئي آهي
تنهن جو مظهرو به جيتري طرح نماز ۾ ٿئي ٿو اوترو ٻين ڪنهن به
عبادت ۾ نه ٿو ٿئي ۽ نماز جي وڏي خصوصيت اها آهي جو ان ۾
سجدو ڪجي جو قرب جي مقام ۾ هڪ اعليٰ مقام آهي جهڙي طرح
حديث شريف ۾ آهي ته ٻانهو الله پاڪ کي سڀ کان
وڌيڪ ويجهو ان حالت ۾ ٿئي ٿو جڏهن هو سجدو ڪري ٿو.
سجدي جي فضيلت ۾ ٻيون به ڪيتريون حديثون وارد ٿيل آهن
جنهن ته سجدو ڪندڙ الله جي قدمن تي سجدو ڪري رهيو آهي

تهن جي ڪري ته ٻانهو پوري طرح ترغيب سان سجدو ڪري ۽
الله تعالىٰ کان سوال ڪري -

حديث شريف ۾ آهي ته جڏهن ٻانهو سجدو ڪندو آهي ته ان جو سجدو ان جي پيشاني هيٺان ستن زمينن تائين ظاهر ٿيندو آهي ۽ نماز جي اهڙي فضيلت آهي ته نماز ۾ نمازي جو توجهه ۽ مهاڙ ڪعبه ڪرليه ڏانهن ٿيئي ٿي ۽ خانه ڪعبه اصل جي ظهور جي جاءِ آهي ۽ نماز جي اهڙي خاصيت آهي ته نمازي اهڙي لهو و لعب کان بچيل رهي ٿو جيڪا حرام آهي "ان الصلوٰة تنهى عن الفحشاء والمنكر" بيشڪ نماز بي حيائي جي ڪمن ۽ برائي جي ڪمن کان روڪي ٿي -

نماز ۾ اهڙي صفت آهي جو نماز ۾ نمازي (مفطرات ثلاثة) يعني کائڻ پيئڻ ۽ صحبت کان روڪيل رهي ٿو جنهن جي ڪري اهو وقت هڪ گويا روزي ۾ آهي - نماز ۾ اهڙي خوبي آهي ته نماز جيڪي مسلمانن جو اجتماع ٿيندو آهي ته جنهن ۾ ڪميون پوريون آهن "يد الله على الجماعة" الله تعالى جو هٿ جماعت تي آهي ۽ نماز ۾ اهڙي صفت آهي جو نماز جيڪي هر طرح جي ناپاڪي ۽ پليدي کان انسان پري رهي ٿو ۽ نماز جيڪي مسجد شريف ڏانهن پيريئي پنڌ وڃڻ ٿيئي ٿو ۽ نماز ۾ قرآن جي تلاوت جي سوڻهن دوبالا ٿيو وڃي ٿي ۽ نماز ۾ ذڪر جو ته شان ئي نرالو آهي جنهن جا عجيب نتيجا نڪرن ٿا نماز ۾ جيڪي دعائون پڙهجن ٿيون سي جلد قبول ٿين ٿيون خضوع و خشوع آداب ۾ نياز جي مجموعه جو نالو نماز آهي تن جي هدايت ۽ نماز ۾

ملي ٿي نماز ۾ جيڪي قيام ۽ قعود (اٿڻ ۽ ويهڻ) آهي تن
جي ڪري ڪيترين برڪتون پهچن ٿيون ۽ ڪيڏا نه قرب ٿين
ٿا جنهن جو بيان ڪري نه ٿو سگهجي ۽ رڪوع ۽ سجود ته مشاهد
۽ شهود کان زياده ڪيفيت ڏني ٿو. حاصل هي آهي ته ڪيترن
ئي برڪت وارن عملن کي گڏي هڪڙو عمل بنايو اٿن ۽ بي شمار
ڀلائن کي پاڻ ۾ ملائي هڪڙي ڀلائي ڪري ليکيو اٿن اهڙي ئي
جامعيت ڪري نماز کي افضل الاعمال قرار ڏنو ويو آهي هن فقير
ذري جي ڇا مجال آهي جو نماز جي ڪمالات جو بيان ڪري سگهي البت
ايترو ضرور چوندس ته جيڪو قرب نماز جي ادا ڪرڻ ڪري حاصل ٿئي ٿو
ان جو نماز کان ٻاهر هجڻ اچڻ نادر ۽ مشڪل آهي. اها نماز ئي آهي
جنهن ۾ ان بي نشان جي نشاني آهي ۽ اها نماز ئي آهي جنهن ۾
ڪامل نمازي نماز پڙهڻ وقت گويا دنيا جي هن تماشه گاه مان نڪري
۽ ظلي ظهورات وارڊ ٿين ٿا نڪرلو وڃي عالم آخرت ۾ داخل ٿئي ٿو
جيڪا اصل جي ظهور جي جاءِ آهي ۽ اتي جي معاملات مان وٺ ڏئي
رهيو آهي ۽ کين ڀلائي رهيو آهي ۽ انهي جي ڪري ئي حضرت جن
نماز کي مومن جو معراج فرمايو آهي آنحضرت جن پاڻ ته معراج جي
رات هن دنيا کي ڇڏي وڃي عالم آخرت سان گڏيا هيا ۽ کين اهو قرب
الاهي حاصل ٿيو هيو جيڪو عالم آخرت سان مناسبت رکي ٿو جنهن جي
ڪري پاڻ انهي قرب جو نشان هن جهان ۾ نماز جي اندر ڏيکاريو اٿن
( ۽ وڇوڙي جي رنج ۾ رليل ۽ حيرت جي ٻرن ۾ ٻيلن کي پاڻ
سوڻهارن اهو سنهو سڏايو ۽ پرين جي پار جو اهو نياپو رسايو آهي
جنهن سان اکڙين ۾ نور ۽ هنيئڙي ۾ سرور پيدا ٿئي ٿو) ته اوهان
جو معراج نماز ۾ ٿي سگهي ٿو.

اسين ان حقيقت کي پروڙيون ٿا ته نماز جي مطلوب کي ان ڳالهه مان پرکيون
حضرت جن بار بار ذڪر فرمايو آهي ته "ارحني يا بلال" اي بلال اسان
کي راحت پهچاءِ ۽ فرمايو اٿن ته "قرة عيني في الصلوٰة" منهنجي
اکين جو نور نماز ۾ آهي. هن جاءِ تي نماز جي فضيلت ۾ جيڪي حديثون
آيل آهن تن مان ڪجهه لکجن ٿيون -

حديث شريف ۾ آهي ته تحقيق بالخصوص جنهن وقت نماز لاءِ
اٿي بيهي ٿو ته ان جي لاءِ جنت جا دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ بندي ۽ مالڪ
جي وچ ۾ جيڪي حجاب آهن سي هٽايا وڃن ٿا ۽ حورون ان جو استقبال
ڪن ٿيون جيستائين نڪ نه سڻڪي ۽ کو ڪراهت جو ڪم نه ڪري.

حديث شريف ۾ آهي نماز بادشاهه جو دروازو کڙڪائڻي
هوندي آهي تحقيق جيڪو سوالي پيو دروازو کڙڪائيندو ۽ صدائون
پيو ڏيندو نيٺ ان جي لاءِ دروازو کوليو ويندو -

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص نماز جي پوري
سنڀال ۽ حفاظت ڪري ٿو ته اها نماز ان جي لاءِ قيامت جي ڏينهن
نور، برهان ۽ نجات ٿيندي ۽ جيڪو نماز جي پرگهور نه ٿو ڪري
ته ان جي لاءِ روز قيامت نور ۽ برهان نه هوندو ۽ نه وري ان جي
نجات ٿيندي اهو شخص قيامت ڏينهن قارون، فرعون ۽ هامان
سان گڏ هوندو -

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص پوري طرح وضو ڪري
نماز لاءِ اٿي بيهي ٿو ۽ جيڪي پڙهي ٿو ان کي سمجهي ۽ سوچي
پڙهي ٿو ته خطائن ۽ گناهن کان اهڙي طرح ڌوپجي پاڪ ٿي نڪري
ٿو جو ڄڻ ته ماءُ جي پيٽ مان اڄ پيدا ٿيو آهي جنهن تي ڪو به گناهه ڪونهي /

حديث شريف ۾ آهي ته نماز شيطان جو منهن ڪارو ڪري ڇڏي ٿي ۽ صدقو شيطان جي چيله ڀڃي ڇڏي ٿي ۽ خاص الله تعالى جي ڪري هڪ ٻئي سان محبت رکڻ ۽ سهڻن عملن جو چاهه ۽ شوق شيطان جي ساري مضبوطي کي خاڪ ۾ ملائي ڇڏي ٿي اوهان ۾ جڏهن اهي وصفون پيدا ٿينديون ته پوءِ شيطان اوهان کان ايترو دور رهندو جيترو اوڀر، اولهه کان پري آهي

حديث شريف ۾ آهي الله تعالى ڪنهن قوم تي آفتون ۽ مصيبتون نازل ڪرڻ چاهي ٿو پر جڏهن اهڙن اهل مسجد ڏسي ٿو ته اهي آفتون هٽائي ڇڏي ٿو -

حديث شريف ۾ آهي ته ٻانهو جڏهن وقت نماز شروع ڪري ٿو ته الله تعالى ان ڏي متوجه ٿئي ٿو ۽ ان کان منهن نه ٿو موڙي جيسيتائين جو هو پاڻ منهن نه موڙي يا ڪو اجايو گفتگو نه ڪري -

حديث شريف ۾ آهي ته نماز ۽ روزو الله جي واٽ ۾ ڏيڻ کان ست سو ڀاڱا وڌيڪ آهن

حديث شريف ۾ آهي ته ٻانهو جڏهن وقت نماز ۾ اٿي بيهي ٿو ته ان جا سڀ گناه آڻي ان جي مٿي ۽ ڪلهن تي رکيا وڃن ٿا پوءِ جڏهن وقت هو رڪوع ۽ سجدو ڪري ٿو ته اهي سڀ گناه ڇڻندا پون ٿا ۽ ان تان لهي وڃن ٿا

حديث شريف ۾ آهي ته ٻانهو ٻي ڪنهن به حالت ۾ الله تعالى وٽ سجدي جي صورت کان زياده محبوب نه ٿو ٿئي جڏهن الله تعالى هن کي اهڙي حالت ۾ ڏسي ٿو جو هو سجدو ڪري رهيو آهي ۽ پنهنجو منهن مٽي ۾ ملي رهيو آهي ..!

حديث شريف ۾ آهي ته پنجن نمازن جو مثال هن طرح آهي ته جيڪڏهن مٺي پاڻيءَ جي نهر ڪنهن ماڻهوءَ جي دروازي وٽ وهندڙ هجي جنهن ۾ هو روزانو پنج ڀيرا وهنجندو رهي ته ڇا اوءَ ۾ ڪا ميراڻ هن جي بدن تي رهندي؟

حديث شريف ۾ آهي ته ڪوبه شخص جيستائين پنهنجي نماز جي جاءِ تي آهي ته الله تعاليٰ جا ملائڪ ان تي رحمتون پيا موڪليندا آهن ۽ ان لاءِ هي دعائون گهرندا آهن اللهم اغفرله اللهم ارحمه ؛ يا الله هن کي بخشي ڪر ۽ هن تي رحم ڪر. اهو طريقو انهن جو تيستائين قائم رهي ٿو جيستائين نمازي ڪا بي ڳالهه نه ڪري ۽ اٿي نه وڃي.

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص مڪمل پاڪائي ڪري مسجد ۾ وڃي نماز جو انتظار ڪري ٿو ته هر هڪ وک جي بدلي ۾ جيڪا هن مسجد ڏانهن کنئي آهي ڏهه نيڪيون لکيون وڃن ٿيون ۽ اهو شخص جيڪو نماز جي انتظار ۾ ويٺو آهي سو اهڙو ئي آهي جهڙو ڪ نماز پڙهندڙ هجي ۽ اهو تيستائين نماز پڙهندڙن ۾ ان ليکيو وڃي ٿو جنهن وقت کان پنهنجي گهر کان نڪتو آهي ۽ جيستائين ورري موٽي گهر اچي.

حديث شريف ۾ آهي ڪوبه شخص چڱي طرح وضو ڪري نماز جي لاءِ نڪري ٿو ۽ جڏهن ساڄو پير کڻي ٿو ته الله نامهء اعمال ۾ هن جي هڪڙي نيڪي لکي ٿو ۽ جڏهن کٻو پير کڻي ٿو ته هڪڙي برائي ميٽي ٿو اهو شخص مسجد کي ويجهو هجي يا پري ته به اها صورت هن مان لاڳو آهي ۽ جڏهن مسجد ۾ داخل ٿيو ۽ جماعت سان نماز پڙهيائين ته ان کي الوقت بخشيو وڃي ٿو پر جيڪڏهن اهڙي وقت پهتو آهي جو

جماعت ڪجھ نماز پڙهي چڪا آهن ۽ ڪجھ نماز باقي آهي پوءِ هي
شخص جنهن پاڪي ۾ هيو آهي سا جماعت سان پڙهي ته ۽ باقي
نماز اڪيلو پنهنجي پوري ڪري ته تڏهن به هن کي پهچندو وڃي ٿو
پر جيڪڏهن اهڙي وقت پهتو آهي جو جماعتي نماز پوري پڙهي
چڪا آهن ۽ پوءِ هي پنهنجي نماز پاڻ اڪيلو پڙهي ته تڏهن
به هن کي پهچندو وڃي ٿو

حديث شريف ۾ آهي ته ڪو به شخص جيڪڏهن نماز
لاءِ مسجد ۾ انتظار ڪري رهيو آهي ته جيستائين هو مسجد ۾
آهي تيستائين اهو نماز ۾ ليکيو وڃي ٿو

حديث شريف ۾ آهي ته وضو اهڙي شي آهي جو جڏهن
وضو ڪرڻ لاءِ ته پنهنجون ٻانهون ڌوئيون ۽ هٿن جو باقي حصو
به ڌوئي پورو ڪيائين ته ان جون خطائون انهن جون ننهن ۽ آڱرين
مان نڪري وڃن ٿيون وري جڏهن ته ڪرڙيون ڪيون ۾ پنهنجي
جي نڪ کي صفا ڪيو پنهنجو منهن ڌوتو ۽ پنهنجو ٻانهون
نون تائين ڌوتيون مٿي تي مسح ڪري پيرن ٻڪرن تائين ڌوتا
ته پوءِ يقين ڄاڻ ته پنهنجي سڀني گناهن کان ڌوئجي صاف ٿيو
آهين اهڙي جڏهن پيشاني خاص الله تعاليٰ لاءِ زمين تي رکيائين ته
ته توکي خطائن ۽ گناهن کان اهڙو پاڪ ڪيو وڃي ٿو جڏهن ته اڄ
توکي پنهنجي ماءُ ڄڻيو آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته اوهان کي بشارت هجي اهو اوهان
جي رب آسمان جي دروازن مان هڪڙو دروازو کوليو آهي ۽ ملائڪن تي
فخر جو اظهار پيو ڪري فرمائي ٿو ته ڏسو منهنجي ٻانهن کي جو هڪڙو

فرشتن ته پرو ڪيو آهن ۽ ديني جي انتظار ۾ آهن .

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص چڱي طرح وضو
ڪري ته هٿ منهن ڌوئي مٿي ۽ ڪنن تي مسح ڪري ته پوءِ الله
تعاليٰ جو فرض نماز پڙهي ته ته الله تعاليٰ ان ڏينهن جا سمورا
گناهه بخشي ڇڏي ٿو جيڪي برائي لاءِ هن پيرن پنڌ ڪيو آهي يا
هن جي هٿن ڪنهن شئي کي جهليو آهي يا جيڪي ڪنن ٻڌو آهي
يا اکين ڏٺو آهي يا هن جي نفس ۾ ڪو برو خيال آيو آهي ته اهي
سڀ گناهه بخشيا ويندا .

حديث شريف ۾ آهي ته جنهن ڪو به چڱي طرح
وضو ڪري نماز لاءِ اٿي بيهي ۽ رڪوع ، سجدا ۽ قرات پوري طرح ادا
ڪري ته نماز چوي ٿي ته الله تعاليٰ توکي حفاظت ڪري جهڙي
طرح تو منهنجي حفاظت ڪئي آهي پوءِ اها نماز آسمان ڏانهن
کڻي وڃي ٿي اهڙي طرح جو اها نماز جو نور ۽ روشني چئني طرفن
۾ پکڙجي وڃي ٿو ۽ آسمان جا دروازا اهڙي نماز لاءِ کوليا ويندا
۽ جيڪڏهن ڪو به وضو چڱي طرح نه ٿو ڪري رڪوع ۽ سجدا قرات
به پوري طرح ادا نه ٿو ڪري ته ان حالت ۾ نماز چوي ٿي ته الله تعاليٰ
توکي اهڙي طرح ضايع ڪري جيئن تو مون کي ضايع ڪيو آهي پوءِ آسمان
تي چڙهن اها نماز نين ٿا ته ان تي اونده ۾ انڌاري هوندي آهي ۽ آسمان
جا دروازا اهڙي نماز اڳيان بند ڪيا ويندا آهن پوءِ اهڙي نماز کي
اهڙي طرح ويڙهيو وڃي ٿو جيئن ڪنهن پراڻي ڪپڙي کي ويڙهيو ويندو
آهي پوءِ نمازي جي منهن تي اڇلائي هڻي ويندي آهي

حديث شريف ۾ آهي ته ڪاش جيڪڏهن اوهين ڏسي

... سگهو ها ته انهن جي رب آسمان جو دروازو کوليو آهي ۽ ملائڪن کي انهن جي مجلس ڏيکاري انهن تي فخر ڪري رهيو آهي جنهن حال ۾ جو اهي نماز جو انتظار ڪري رهيا آهيو.

حديث شريف ۾ آهي ته هڪڙي فرضي نماز ٻي نماز تائين ۽ هڪڙو جمع ٻئي جمع تائين ۽ هڪڙو مهينو ٻئي مهيني تائين هڪ مسلمان لاءِ ڪفارو آهي جنهن جي ڪري من جا گناه ميٽيا وڃن ٿا ٽن ڳالهين کان سواءِ (١) الله تعالىٰ سان شرڪ ڪرڻ (٢) سنت جو ترڪ ڪرڻ (٣) بيعت کي ٽوڙڻ صحابن سڳورن عرض ڪيو ته الله تعالىٰ سان شرڪ ڪرڻ جي حقيقت ته اسان سمجهون ٿا پر بيعت ٽوڙڻ ۽ سنت جي ڇڏي ڏيڻ جي حقيقت اسان کي ٻڌايو پاڻ فرمايائون ته بيعت ٽوڙڻ جو مطلب هي آهي ته ڪنهن شخص جي هٿ تي انهن بيعت ڪئي ٿئي ۽ وري ان جي مخالفت ڪري ۽ انهيءَ سان تلوار کڻي وڙهو اها بيعت ٽوڙڻ آهي ۽ جماعت کان نڪري وڃڻ سنت جو ترڪ آهي

حديث شريف ۾ آهي ته نماز ۾ جيڪا قرآن شريف جي تلاوت ڪئي وڃي ٿي سا انهيءَ تلاوت کان افضل آهي جيڪا نماز کان ٻاهر ڪئي وڃي ٿي ۽ اها ٻاهرين تلاوت وري ٻين ذڪرن کان افضل آهي ۽ ذڪر صدقي کان افضل آهي ۽ صدقو روزي کان افضل آهي ۽ روزو دوزخ جي باهه لاءِ سپر آهي ۽ ڪنهن به قول کي عمل کان سواءِ اعتبار ڪونهي ۽ ڪنهن به قول ۽ عمل کي نيت کان سواءِ ڪو اعتبار ڪونهي ۽ ڪو به قول، عمل ۽ نيت کي سنت جي پيروي کان سواءِ اعتبار ڪونهي هن حديث کي ابو نصر ابانه ۾ بيان ڪيو آهي ۽ ڏيکاريو اٿس ته متن حديث غريب المتن والاسناد آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص ڪلام الله جو هڪ حرف به باعاليءَ جي حالت ۾ پڙهي ته ان لاءِ ڏهه نيڪيون لکي ڏهه برايون مٽايون وڃن ٿيون ۽ ان جا ڏهه درجا بلند ڪيا وڃن ٿا جيڪو شخص ڪلام الله جو هڪ حرف نماز ۾ ويهي پڙهي ته ان لاءِ پنجاهه نيڪيون لکيون وڃن ٿيون ۽ پنجاهه برايون مٽايون وڃن ٿيون ۽ پنجاهه درجا بلند ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص ڪلام الله جو هڪ حرف نماز ۾ بيهي پڙهي ته ان لاءِ سؤ نيڪيون لکي سؤ برايون ميٽي سؤ درجا بلند ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص پورو ختم پڙهي ته الله تعاليٰ ان جون دعائون قبول ڪري ٿو ۔

ذڪر جي ٽن درجن جو مٿي بيان ڏنل آهي تن مان هر هڪ لاءِ هڪ وقت ۽ زمانو مقرر آهي جنهن زماني ۾ ان جو حسن زياده ٿيندو آهي ۽ ان جا فائدا ۽ نتيجا ڏيکاريندا آهن جيڪي ٻئي وقت ۾ حاصل نه ڪري سگهبا آهن. تنهن جي سمجهاڻي هي آهي ته سالڪ جنهن زماني ۾ قرب جا درجا طئي ڪري رهيو آهي ۽ اهي مطلب جي پويان آهي ان وقت تنهن لاءِ سڀ کان وڌيڪ مفيد ذڪر ڪلمه طيبه آهي ۽ اهو ئي ان لاءِ مناسب حال آهي ۽ وصول کان پوءِ تلاوت ۽ نماز زياده نفعو ڏيندي آهي ان ۾ به اهڙا ڪن وقتن ۾ نماز جو فائدو زياده آهي ته ڪجهن وقت تلاوت زياده ڪارگر پر ابتدا ۾ اهي ذڪر کان سواءِ جو ٻنهي جي ڪا اهل مڪمل پير مرشد کان سالڪ کي ٿيو آهي موڪل ملڻ ۽ هن ۾ ان کان سواءِ ان کي ڪنهن ٻئي شيءِ جي اجازت نه آهي ۽ ابتدا کان پوءِ وچين زماني ۾ ان کي ڪن ٻين عبادتن جي به ڪن وقتن ۾ اجازت آهي پر سالڪ کي گهرجي ته گهڻي کان گهڻو ڪلمه طيبه جي ذڪر ۾ مشغول رهي ۽ ان کي اهڙي جاءِ تي پهچي ٿو ته معاملو ئي جدا آهي هو ڪنهن وقت جو محڪوم نه آهي بلڪ هو وقت

لئي حاڪم آهي - سالڪ کي گهرجي ته هر وقت ذڪر ۾ مشغول رهي
۽ پنهنجي حياتيءَ جون سموريون گهڙيون ذڪر ۾ مستغرق ڪري
جنهن ۾ ڀلي ۽ اهو ذڪر قلبي هجي يا زباني ذڪر قلبي ڪيترو ڀيرو
۽ ٻچتو تي ۽ برابر هميشه ٿيندو رهي ۽ ملڪوتي وجي ته ذهن ۽
زباني ذڪر کي جنهن ۾ گهرجي ۽ ظاهر کي باطن سان صبح رکڻ گهرجي
خلوت ۽ تنهائيءَ ۾ ڪلمه طيبه جو ذڪر ٻاهر باهر حضور دل سان ڪرڻ
گهرجي حضرت قطب المحققين وارث المرسلين اسان جا حضرت
امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره کان دوستن کي رات ڏينهن
۾ ٻن هزارن ڀيرن تائين انهيءَ ڪلمه مبارڪ جي تڪرار جو امر ڪرڻ
فرمائيندا هيا.

## فصل ٻيو

اهن دعائن جي بيان ۾ جيڪي ڪن خاص وقتن لاءِ آهن هن
فصل ۾ صبح ۽ شام ۽ سنڌجي وقت جون دعائون ۽ آداب بيان ڪيا ويندا
حديث شريف ۾ آهي ته هر ڪنهن کي صبح جو اٿڻ سان
پڙهڻ گهرجي أَصْبَحْنَا وَأَصْبَحَ الْمُلْكُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ اَللّٰهُمَّ
إِنِّيْ أَسْأَلُكَ خَيْرَ هٰذَا الْيَوْمِ فَتْحَهُ وَنَصْرَهُ وَنُوْرَهُ وَبَرَكَتَهُ
وَهُدَاهُ وَأَعُوْذُ بِكَ مِنْ شَرِّ مَا فِيْهِ وَمِنْ شَرِّ مَا قَبْلَهُ وَشَرِّ
مَا بَعْدَهُ - معنيٰ اسان صبح ڪيو آهي ۽ ساري جهان صبح ڪيو آهي
ان الله تعاليٰ جي لاءِ جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي اي منهنجا
الله مان تو کان سوال ٿو ڪريان ته هن ڏينهن جي ڀلائي فتح
مدد، نور، برڪت، ۽ هدايت مون کي نصيب ڪر يا الله مان تو
کان پناهه ٿو گهران ته هن ڏينهن جي شر ۽ بڇڙائيءَ کان مون کي بچاءِ

۽ هن ڏينهن کان اڳي ۽ هن ڏينهن کان پوءِ جي برائي ۽ شر کان
به مون کي بچاءِ ۽ پناهه ۾ رک. شام جي وقت ۾ به اها دعا پڙهڻ گهرجي
مگر شام وقت بجاءِ اصبحنا واصبح جي اَمْسَيْنَا وَاَمْسَى الْمُلْكُ يعني
اسان رات ڪئي آهي ۽ سڄي ملڪ رات ڪئي آهي جيئن گهرجي اهڙي
طرح هر روز صبح و شام پڙهڻ گهرجي اَللّٰهُمَّ اِنَّا اَصْبَحْنَا نُشْهِدُكَ
وَنُشْهِدُ حَمَلَةَ عَرْشِكَ وَمَلَائِكَتَكَ وَجَمِيْعَ خَلْقِكَ اَنَّكَ اَنْتَ
اَللّٰهُ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ وَاَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُكَ وَرَسُوْلُكَ
يا الله اسان ان حال ۾ صبح ڪيو آهي جو توکي شاهد ٿا بڻايون
۽ تنهن جي عرش جي کڻندڙن ۽ ملائڪن ۽ ساري مخلوقات
کي شاهد ٿا بڻايون هن ڳالهه لاءِ ته تحقيق تون اهو الله آهين جو تو
کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي ۽ تحقيق سيدنا محمد صلي الله عليه وسلم
تنهن جو ٻانهو ۽ رسول آهي ۽ ساڳي طرح هي دعا صبح و شام لاءِ
اَللّٰهُمَّ مَا اَصْبَحَ بِيْ مِنْ نِعْمَةٍ اَوْ بِاَحَدٍ مِّنْ خَلْقِكَ فَمِنْكَ
وَحْدَكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ فَلَكَ الْحَمْدُ وَلَكَ الشُّكْرُ معني يا الله هن
هن صبح جي وقت جيڪا مون کي نعمت پهتي آهي يا تنهن جي مخلوقات
مان ڪنهن به هڪڙي مخلوق کي جيڪا نعمت پهتي آهي سا تنهن جي
ڏنل آهي تون تحقيق ته واحد آهين تنهن جو ڪو به شريڪ نه آهي
پوءِ حمد به تنهن جي لاءِ آهي ۽ شڪر به تنهن جي لاءِ آهي، لڪن
ساڳي طرح شام جو اصبحنا واصبح بجاءِ امسينا وامسى چوڻ گهرجي - صحيح
حديث شريف ۾ آيل آهي ته جيڪو شخص صبح جي وقت
اها دعا پڙهندو ته ساري ڏينهن جو شڪرانو گويا ته ان شخص بجا آندو
آهي ۽ شام جو به پڙهندو ته ساري رات جي شڪراني بجا آوري جو مقابل آهي

صبح و شام جي دعا ۽ پڙهجي بِسْمِ اللهِ ذِي الشَّانِ عَظِيْمِ
الْبُرْهَانِ شَدِيْدِ السُّلْطَانِ مَا شَاءَ اللهُ كَانَ اَعُوْذُ بِاللهِ مِنَ
الشَّيْطَانِ معني ان الله جي نالي سان جيڪو وڏي شان وارو آهي
جنهن جي حجت تمام عظيم ۽ قوي آهي جنهن جو غلبو ۽ حڪومت
بيحد مضبوط آهي جيڪي الله گهري ٿو سو ٿيو الله جو نالو وٺي
مان شيطان کان پناهه ٿو گهران - اهڙي طرح هر روز صبح و شام سو
ڀيرا سُبحان الله وبحمده سو ڀيرا سبحان الله سو ڀيرا الحمد لله
سو ڀيرا لا اله الا الله سو ڀيرا الله اکبر ڏهه ڀيرا صلوات سڳوري
۽ ڏهه ڀيرا لاحول ولا قوة الا بالله العلي العظيم پڙهندو رهي
قل هو الله ، قل اعوذ برب الفلق ، قل اعوذ برب الناس ٻه صبح و شام
پڙهڻ گهرجي هڪڙي روايت ۾ آهي ته اهي ٽي سورتون ٽي ٽي ڀيرا پڙهڻ
صبح و شام هي دعا پڙهجي اَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَّاتِ الَّتِي لَا
يُجَاوِزُهُنَّ بَرٌّ وَّلَا فَاجِرٌ مِّنْ شَرِّ مَا خَلَقَ وَذَرَاَ وَبَرَاَ
معني الله تعالیٰ جي انهن ڪلمن جي وسيلي جيڪي تمام ۽ پورا
آهن جن کان ڪو به نيڪ ۽ بد هڪڙو ۽ مٿو ٻچي نه ٿو سگهي ۽ نه انهن
کي اورانگهي سگهي ٿو مان پناهه ٿو گهران هر هڪ مخلوق جي شر کان
۽ هر هڪ پيدا ٿيل جي عدم کان وجود ۾ آيل شيءِ جي فساد ۽ برائي کان
صبح و شام لاءِ دعا يَا حَيُّ يَا قَيُّوْمُ بِرَحْمَتِكَ اَسْتَغِيْثُ اَصْلِحْ لِيْ
شَاْنِيْ كُلَّهٗ وَلَا تَكِلْنِيْ اِلٰى نَفْسِيْ طَرْفَةَ عَيْنٍ معنيٰ اي سدائين
زنده رهندڙ ۽ ساري جهان کي قائم رکندڙ تنهن جي رحمت کي ٻاڏايان
ٿو ته منهنجي سڀني حالتن کي درست ڪر ۽ هڪ اک ڇنڀ جيترو به
مون کي پنهنجي جند ڏي نه ڇڏ....

صبح و شام لاءِ دعا اَللّٰهُمَّ اَنْتَ خَلَقْتَنِيْ وَاَنْتَ تَهْدِيْنِيْ وَاَنْتَ تُطْعِمُنِيْ وَاَنْتَ تَسْقِيْنِيْ وَاَنْتَ تُمِيْتُنِيْ وَاَنْتَ تُحْيِيْنِيْ معنيٰ اي منهنجا الله تو مون کي پيدا ڪيو آهي ۽ تون مون کي هدايت ڏيندين ۽ تون مون کي کارائيندين ۽ تون مون کي پيارينديين ۽ تون مون کي ماريندين ۽ تون مون کي جيارينديين. صبح و شام لاءِ ٽي ڀيرا دعا پڙهجي اَللّٰهُمَّ عَافِنِيْ فِيْ سَمْعِيْ اَللّٰهُمَّ عَافِنِيْ فِيْ بَصَرِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ معنيٰ اي منهنجا الله مون کي بدن جي عافيت ڏي اي منهنجا الله مون کي ڪنن جي عافيت ڏي تو کان سواءِ ٻيو ڪو الله ڪونهي فقط تون ئي. صبح و شام سيد الاستغفار پڙهجي اَللّٰهُمَّ اَنْتَ رَبِّيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ خَلَقْتَنِيْ وَاَنَا عَبْدُكَ وَاَنَا عَلٰى عَهْدِكَ وَوَعْدِكَ مَا اسْتَطَعْتُ اَعُوْذُ بِكَ مِنْ شَرِّ مَا صَنَعْتُ اَبُوْءُ لَكَ بِنِعْمَتِكَ عَلَيَّ وَاَبُوْءُ بِذَنْبِيْ فَاغْفِرْلِيْ فَاِنَّهٗ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اَنْتَ معنيٰ اي منهنجا الله تون منهنجو رب آهين تو کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي تو مون کي پيدا ڪيو آهي مان تنهنجو ٻانهو آهيان ۽ پنهنجي حال آهر تنهنجي واعدي ۽ عهد تي قائم آهيان جيڪي مون برا عمل ڪيا آهن تن جي شر کان تنهنجي حضور پناهه ٿو گهران تنهنجون نعمتون جيڪي مون کي مليون آهن تن کي مان مڃان ٿو ۽ پنهنجي گناهه جو اقرار ڪيان ٿو تون منهنجا گناهه بخش ڪر ڇو ته تو کان سواءِ ٻيو ڪو به گناهه بخشي نه ٿو سگهي - مٿين دعا نماز جي پوئين قعدي ۾ التحيات ۽ درود کان پوءِ به پڙهي سگهجي ٿي نماز کان ٻاهر به پڙهي سگهجي ٿي پر نماز ۾ اندر انجو پڙهڻ بهتر آهي اهڙي طرح هر روز صبح و شام ٽي ڀيرا پڙهجي رَضِيْتُ بِاللّٰهِ رَبًّا وَّبِالْاِسْلَامِ دِيْنًا

وَبِه مُحَمَّدٍ نَبِيًّا صلي الله عليه وسلم معني الله منهن جو رب آهي
۽ اسلام منهن جو دين آهي ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم منهن جو
نبي آهي. ۽ ست ڀيرا پڙهي حَسْبِيَ اللهُ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ
تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ معنيٰ مون کي الله ڪافي
آهي جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي اهي ۽ آءٌ مون پرو سو ڪيو
آهي ۽ اهو عرش عظيم جو رب آهي ۽ ٽي ڀيرا پڙهي أَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ
اللهِ التَّامَّاتِ مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ معنيٰ مان ساري مخلوقات جي شر
کان الله تعاليٰ جي ( انهن ڪلمن سان پناهه گهران ٿو جيڪي تمام ۽ ڪامل
(اهن مان مراد الله تعاليٰ جون آيتون آهن جيڪي قرآن شريف ۽ ٻين
آسماني ڪتابن ۾ آهن انهي حافظ مجددي ) ٽي ڀيرا پڙهي بِسْمِ
اللهِ الَّذِيْ لَا يَضُرُّ مَعَ اسْمِهِ شَيْءٌ فِي الْأَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ وَهُوَ
السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ معنيٰ ان الله جي نالي سان جنهن جي نالي سان ڪنهن
به شي کي طاقت ناهي جو نقصان پهچائي سگهي نه زمين ۾ ۽ نه آسمان ۾
جي ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص شام جو بسم الله
الذي لا يضر پڙهندو ته تابه صبح تائين ٽي ڀيرا پڙهندو ته ان کي ڪا به اوچتي مصيبت
صبح تائين نه پهچندي ۽ جيڪو صبح جو ٽي ڀيرا اها دعا پڙهندو
ته ان کي شام تائين ڪا به ناگهاني آفت نه ايندي هڪڙي روايت ۾ آهي
ته ڪو به بندو جيڪو هن صبح ۽ شام اها دعا ٽي ڀيرا پڙهندو رهندو
ته ان کي ڪا به شي نقصان نه پهچائيندي. ۽ هڪڙو ڀيرو آية الڪرسي
پڙهي ته ان کان پوءِ هي ٻئي آيتون پڙهي جن ۾ بسم الله الرحمٰن الرحيم
حٰمٓ ۝ تَنْزِيْلُ الْكِتَابِ مِنَ اللهِ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ غَافِرِ الذَّنْبِ وَ

وَقَابِلِ التَّوْبِ شَدِيدِ الْعِقَابِ ذِي الطَّوْلِ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ إِلَيْهِ الْمَصِيرُ
معني ان الله جي نالي سان شروع جيڪو بيحد ٻاجهه وارو ۽ نهايت مهربان
آهي هي ڪتاب نازل ٿيل آهي ان الله تعاليٰ جو جيڪو غالب ۽ ڄاڻندڙ آهي
گناهه بخشيندڙ ۽ توبه قبول ڪندڙ آهي ۽ سخت عذاب ڏيندڙ ۽ ڀلائيون
ڪندڙ ۽ اهو آهي ان کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪو نهي ۽ اهڙيءَ ڏي موٽڻو
وڃڻو آهي ۽ هي آيتون فَسُبْحَانَ اللَّهِ حِينَ تُمْسُونَ وَحِينَ
تُصْبِحُونَ وَلَهُ الْحَمْدُ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَعَشِيًّا وَحِينَ
تُظْهِرُونَ يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَيُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ
وَيُحْيِي الْأَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا وَكَذَٰلِكَ تُخْرَجُونَ معنیٰ پاڪائي آهي
الله تعاليٰ لاءِ صبح وقت اوهين شام ٿا ڪريو ۽ صبح وقت اوهين
صبح ٿا ڪريو ۽ ان جي لاءِ حمد آهي آسمانن ۾ زمينن ۾ ۽ رات جو ۽
وقت اوهين پيشين ٿا ڪريو جيئري کي مردي مان ٿو ڪڍي ۽ زمين
کي مرڻ کان پوءِ وري جيئرو ٿو ڪري ۽ هيءَ آيت قُلِ ادْعُوا اللَّهَ
أَوِ ادْعُوا الرَّحْمَٰنَ أَيًّا مَا تَدْعُوا فَلَهُ الْأَسْمَاءُ الْحُسْنَىٰ وَلَا تَجْهَرْ
بِصَلَاتِكَ وَلَا تُخَافِتْ بِهَا وَابْتَغِ بَيْنَ ذَٰلِكَ سَبِيلًا وَقُلِ
الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي لَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَلَمْ يَكُن لَّهُ شَرِيكٌ فِي الْمُلْكِ
وَلَمْ يَكُن لَّهُ وَلِيٌّ مِّنَ الذُّلِّ وَكَبِّرْهُ تَكْبِيرًا معنیٰ اوهين ڀلي
ڌيءَ الله ڪري پڪاريو يا رحمان ڪري ڪنهن به نالي سان اوهين پڪاريندا پوءِ
ان جي لاءِ سڀئي چڱا نالا آهن پنهنجي نماز ۾ نه ڏاڍيان پڙهه نه آهستي انهن ٻنهي
جي وچان وات ڳول ۽ چئو ته سڀ تعريف ان الله لاءِ آهي جنهن کي نه اولاد
۽ نه آهي ۽ نه وري ان جو ڪو ملڪ ۾ شريڪ آهي ۽ نه ڪو ذات ۾ ان جي
حمايتي آهي ۽ ان جي وڏائي ڪرڻ جو وڏائي جو حق آهي....

۽ هي آيت پڙهي وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّهٗ مَخْرَجًا وَّيَرْزُقْهُ
مِنْ حَيْثُ لَا يَحْتَسِبُ وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ
اِنَّ اللّٰهَ بَالِغُ اَمْرِهٖ قَدْ جَعَلَ اللّٰهُ لِكُلِّ شَيْءٍ قَدْرًا ۝ معنىٰ
جيڪو شخص الله تعالىٰ کان ڊڄندو ۽ الله تعالىٰ ان جي لاءِ ڇوٽڪاري
جي واٽ بڻائيندو ۽ اهڙي جاءِ تان ان کي رزق ڏيندو جتان جو گمان ب
نه هوندو ۽ جيڪو شخص الله تعالىٰ تي ڀروسو ڪندو ته پوءِ الله تعالىٰ ان لاءِ
ڪافي آهي بيشڪ الله تعالىٰ پنهنجي امر کي پهچڻ وارو آهي ۽ تحقيق ته
ان هر هڪ شيءِ لاءِ هڪ اندازو ٺاهي ڇڏيو آهي

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص صبح و شام
قل ادعوا الله سورة جي پڇاڙي ٽي آيتون پڙهندو ته ان ڏينهن ان جي قلب
ٿي مري دني نه اينري ۽ ان رات ان جي دل غفلت ۾ موت جو شڪار نه ٿيندي
اها روايت ..... حضرت ابو موسىٰ کان روايت ڪيل آهي ۽ ٻي ، ٽي
ڀيرا اعوذ بالله السميع العليم من الشيطان الرجيم پڙهندو پوءِ
۽ هي ٽي آيتون پڙهي - هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ
هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ اَلْمَلِكُ الْقُدُّوْسُ السَّلَامُ
الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيْزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ سُبْحَانَ اللّٰهِ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ
هُوَ اللّٰهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْاَسْمَآءُ الْحُسْنٰى يُسَبِّحُ لَهٗ
مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝ معنىٰ اهو الله ئي
آهي جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي لڪل ۽ پڌري جو ڄاڻندڙ
آهي بيحد ٻاجهه وارو ۽ نهايت مهربان آهي اهو الله ئي آهي جنهن
کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي هو بادشاهه آهي سڀني عيبن کان پاڪ
آهي سلامتي وارو، امن ڏيندڙ ۽ نگهبان آهي غالب ۽ ڏاڍو

خود منجهيان ۽ وڏائي وارو آهي الله ان کان پاڪ آهي جو ان سان
شرڪ ٿا ڪن (هو ئي) الله آهي جيڪو خلقيندڙ، ايجاد ڪندڙ ۽
جوڙيندڙ آهي ان جا نالا تمام سهڻا آهن پاڪي ٿا ڪن ان لاءِ
جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن ۽ اهو الله غالب حڪمت وارو آهي
صبح وشام لاءِ دعا. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ الْعَافِيَةَ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ
اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ الْعَفْوَ وَالْعَافِيَةَ فِيْ دِيْنِيْ وَدُنْيَايَ وَاَهْلِيْ وَمَالِيْ
اَللّٰهُمَّ اسْتُرْ عَوْرَاتِيْ وَآمِنْ رَوْعَاتِيْ اَللّٰهُمَّ احْفَظْنِيْ مِنْ بَيْنِ يَدَيَّ
وَمِنْ خَلْفِيْ وَعَنْ يَمِيْنِيْ وَعَنْ شِمَالِيْ وَمِنْ فَوْقِيْ وَاَعُوْذُ
بِعَظَمَتِكَ اَنْ اُغْتَالَ مِنْ تَحْتِيْ معنيٰ يا الله تو کان مان دنيا
۽ آخرت ۾ عافيت جو سوال ٿو ڪيان يا الله مان تو کان پنهنجي دين دنيا
۽ اهل لاءِ ۽ پنهنجي مال لاءِ عافيت ۽ بخشش جو سوال ٿو ڪريان
يا الله منهنجون اگهڙون ڍڪ ۽ منهنجا عيب ڍڪ يا الله منهنجي
حفاظت ڪر منهنجي اڳيان پويان ساڄي کابي کان ۽ منهنجي مٿان.
۽ مان تنهنجي عظمت سان پناهه ٿو گهران ته مون کي هيٺان مارئو وڃي،
حضرت وڪيع چوي ٿو ته ان مان مراد زمين ۾ ڌسڻ آهي.
۽ خاص صبح جو پڙهي بسم الله على نفسي واهلي ومالي معنيٰ
الله جي نالي جي حفاظت آهي منهنجي جند تي منهنجي ٻارن ٻچن
تي ۽ منهنجي مال تي.

حديث شريف ۾ آهي ته ان جي دعا جي پڙهڻ ڪري اوهان
جي ڪا به شئي نه وينديءَ ۽ جيڪو شخص شام جو پڙهندو صلى الله على
نبي عليه وسلم ته ان کي ان رات وڃڻ نه ڏنگيندو
حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص صبح جو هڪ

هن لاءِ پير سبحان الله ۽ الحمد لله پڙهندو تحقيق گويا ان پنهنجي
جند الله تعاليٰ کان خريد ڪري ورتي. صبح جي وقت لاءِ دعا.
رَبِّيَ اللّٰهُ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ
مَا شَاءَ اللّٰهُ كَانَ وَمَا لَمْ يَشَأْ لَمْ يَكُنْ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا
بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ اَشْهَدُ اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ وَّاَنَّ
اللّٰهَ قَدْ اَحَاطَ بِكُلِّ شَيْءٍ عِلْمًا اَعُوْذُ بِاللّٰهِ الَّذِيْ يُمْسِكُ
السَّمَاءَ اَنْ تَقَعَ عَلَى الْاَرْضِ اِلَّا بِاِذْنِهٖ مِنْ شَرِّ كُلِّ دَابَّةٍ اَنْتَ
اٰخِذٌ بِنَاصِيَتِهَا اِنَّ رَبِّيْ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ معنيٰ منهنجو
رب اهو الله آهي جنهن کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي اُن تي
مون ڀروسو ڪيو آهي ۽ اهو عرش عظيم جو رب آهي جيڪي الله
گهريو سو ٿيو ۽ جيڪي نه گهريائين سو نه ٿيو برائي کان بچڻ ۽ نيڪيءَ
جي حاصل ڪرڻ جي ڪا طاقت ڪانهي سواءِ ان الله جي جيڪو مٿانهون
۽ وڏو آهي مان شاهدي ٿو ڏيان ته الله تعاليٰ سڀ ڪنهن شيءِ تي
قادر آهي ۽ تحقيق اُن سڀ ڪنهن شيءِ جو پنهنجي علم سان احاطو ڪيو آهي
مان اهڙي الله جي ذات سان پناهه ٿو گهران جو آسمان کي روڪيو اٿس
ته زمين تي نه ڪري مگر ان جي اذن سان هر هڪ جانور جي شر کان جنهن
جي پيشاني تنهنجي قبضه قدرت ۾ آهي بيشڪ منهنجو رب
طرط مستقيم تي آهي - صبح جي وقت لاءِ دعا اَللّٰهُمَّ اَصْبَحْتُ
مِنْكَ فِيْ نِعْمَةٍ وَّعَافِيَةٍ وَّسَتْرٍ فَاَتِمَّ عَلَيَّ نِعْمَتَكَ وَعَافِيَتَكَ
وَسَتْرَكَ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ معنيٰ يا الله آءٌ تو مون کي صبح جي
وقت ڏيکاريو آهي نعمت، عافيت ۽ پردي سان پوءِ تون دنيا آخرت
۾ پنهنجي نعمت عافيت ۽ پنهنجو ڍڪ مون تي پورو ڪرڻ فرماءِ

٢٥ ڀيرا هيءَ دعا پڙهي اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ معنيٰ مون کي بخش ڪر ۽ مومن مردن ۽ مومن زالن کي بخش ڪر ۽ روزانو سؤ ڀيرا لا اله الا الله وحده لاشريك له ۽ لا اله الا الله الحق المبين ۽ هيءَ دعا روزانو پڙهي سُبْحَانَ الْقَائِمِ الدَّائِمِ سُبْحَانَ الْحَيِّ الْقَيُّوْمِ سُبْحَانَ الْحَيِّ الَّذِيْ لَا يَمُوْتُ سُبْحَانَ اللّٰهِ الْعَظِيْمِ وَبِحَمْدِهٖ سُبُّوْحٌ قُدُّوْسٌ رَبُّ الْمَلَائِكَةِ وَالرُّوْحِ سُبْحَانَ الْعَلِيِّ الْاَعْلٰى سُبْحَانَهٗ وَتَعَالٰى ۔ معنيٰ پاڪائي آهي الهه جي الله کي جو قائم ۽ دائم آهي پاڪائي آهي ان کي جو سدائين حيات ۽ قائم رکندڙ آهي پاڪائي آهي ان کي جو زنده آهي جنهن کي موت نه آهي پاڪائي آهي ان الله کي جو عظيم آهي ان جي حمد سان نهايت پاڪ ۽ بيحد پاڪ آهي ملڪن ۽ روحن جو اهو ئي رب آهي پاڪائي آهي ان مٿاهين کي جو اعليٰ آهي پاڪائي آهي ان کي ۽ اهو مٿاهون آهي جيڪو شخص اها دعا هر روز هڪڙو ڀيرو پڙهندو سو زندگيءَ ۾ جيستائين پنهنجي جاءِ جنت ۾ نه ڏسندو يا ان کي نه ڏيکاري ويندي ۽ هر روز پڙهندو رهي صلوات الله علي آدم معنيٰ الله جون رحمتون حضرت آدم تي جمعي رات

## ننڊ جي وقت جون دعائون ۽ آداب

جنهن وقت ننڊ جو ارادو هجي ته باوضو هجڻ گهرجي ۽ پنهنجي بستري کي ٽي ڀيرا ڪپڙي سان صاف ڪجي ۽ هي دعائون پڙهڻ گهرجن ۔ سوره فاتحه ۔ آية الڪرسي آمن الرسول الخ ۔ جا جعل ۔ قل الحمد لله الذي الخ ۽ شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ وَالْمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ قَآئِمًا بِالْقِسْطِ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ وَاَنَا اَشْهَدُ بِمَا شَهِدَ اللّٰهُ بِهٖ وَاَسْتَوْدِعُ اللّٰهَ هٰذِهِ الشَّهَادَةَ وَهِيَ عِنْدَ اللّٰهِ وَدِيْعَةٌ

معنيٰ الله شاهدي ڏني آهي تہ ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ الله ڪونهي
۽ اهو غالب حڪمت وارو آهي ۽ مان بہ اهائي شاهدي ٿو ڏيان تہ
جيڪا شاهدي الله تعاليٰ ڏني آهي ۽ هن شاهديءَ ٿي الله کي امين
بڻايان ٿو ۽ اها منهن جي شاهدي الله تعاليٰ وٽ امانت آهي...
٣٣ ڀيرا سبحان الله ٣٣ ڀيرا الحمد لله ٣٤ ڀيرا الله اڪبر ١٠ ڀيرا
لاحول ۽ ٽي ڀيرا أَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ الَّذِي لَا إِلٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ
معنيٰ مان بخشش ٿو گهران ان الله کان جنهن کان سواءِ ڪو الله ڪونهي
۽ اهو حي ۽ قيوم آهي ۽ ان ڏي رجوع ڪيان ٿو توبه تائب ٿيان ٿو
هڪڙو ڀيرو هي دعا پڙهجي — لَا إِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ
لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ وَلَا حَوْلَ وَلَا
قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ وَسُبْحَانَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ
اَكْبَرُ معنيٰ ناهي ڪو الله مگر هڪڙو جيڪو لاشريڪ آهي بادشاهي
بہ اُن جي آهي ۽ حمد بہ ان لاءِ آهي ۽ هو سڀڪنهن شيءِ تي قادر آهي ۽
ڪا بہ قوة ناهي مگر فقط الله جي طاقت وارو آهي پاڪائي ۽ حمد آهي
ان لاءِ جيڪو لاشريڪ ۽ تمام وڏو آهي ، پوءِ ٻنهي هٿن جي ترن
تي گڏي اخلاص ۽ معوذتين پڙهي ان ۾ ڦوڪي ٻئي هٿ پنهنجي
ساري جسم تي گهمائي جيترو پنهنجي بدن تي گهمائي سگهي
پهرين شروع پنهنجي مٿي کان ڪري ۽ پوءِ پنهنجي منهن جي
پاسي پنهنجي هٿ گهمائي تن کان پوءِ پنهنجي ٻئي طرف اهڙي طرح ٽي
ڀيرا ڪري ۽ جڏهن ليٽي تہ ساڄي پاسي تي ليٽي ۽ پنهنجو ساڄو
پنهنجي ساڄي ڳل جي هيٺان رکي ۽ پوءِ پڙهي بِسْمِ اللّٰهِ وَضَعْتُ
جَنْبِيْ اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ ذَنْبِيْ وَاَخْسِئْ شَيْطَانِيْ وَفُكَّ رِهَانِيْ

وَثَقِّلْ مِيزَانِي وَاجْعَلْنِي فِي النَّدِيِّ الْأَعْلَىٰ معنىٰ الله جو نالو
وٺي مون پنهنجو پاسو ڪوٺو آهي يا الله منهنجا گناه بخشي
ڪر ۽ منهنجي مشڪلاتن جون ڳنڍيون کول ۽ منهنجي ميزان کي ڳرو
ڪر ۽ مون کي مٿاهين مجلس ۾ جاءِ ڏي ۽ پوءِ چوي اَللّٰهُمَّ بِاسْمِكَ
أَمُوْتُ وَأَحْيَا معنىٰ يا الله تنهنجو نالو وٺي مان مران ۽ جيان ٿو
(ننڊ کي موت جيو ويندو آهي جو النوم اخ الموت آهي از حافظ مترجم)
اَللّٰهُمَّ قِنِيْ عَذَابَكَ يَوْمَ تَبْعَثُ عِبَادَكَ معنىٰ يا الله مون کي
پنهنجي عذاب کان بچاءِ جنهن ڏينهن پنهنجي ٻانهن کي اٿاريندين
۽ هي دعا پڙهجي اَللّٰهُمَّ رَبَّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبَّ الْأَرْضِ
وَرَبَّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ رَبَّنَا وَرَبَّ كُلِّ شَيْءٍ فَالِقَ الْحَبِّ وَالنَّوٰى
مُنْزِلَ التَّوْرَاةِ وَالْإِنْجِيْلِ وَالْفُرْقَانِ أَعُوْذُ بِكَ مِنْ شَرِّ كُلِّ شَيْءٍ
أَنْتَ آخِذٌ بِنَاصِيَتِهَا اَللّٰهُمَّ أَنْتَ الْأَوَّلُ فَلَيْسَ قَبْلَكَ شَيْءٌ
وَأَنْتَ الْآخِرُ فَلَيْسَ بَعْدَكَ شَيْءٌ وَأَنْتَ الظَّاهِرُ فَلَيْسَ فَوْقَكَ
شَيْءٌ وَأَنْتَ الْبَاطِنُ فَلَيْسَ دُوْنَكَ شَيْءٌ اِقْضِ عَنِّي الدَّيْنَ وَاغْنِنِيْ
مِنَ الْفَقْرِ معنىٰ يا الله تون ستن آسمانن جو رب ۽ پاليندڙ آهين
زمين ۽ عرش عظيم جو رب آهين اسان جو ۽ هر هڪ شيءِ جو رب آهين
تون ئي داڻي ۽ گٺڙي جو ڦاڙيندڙ آهين تون ئي توريت، انجيل ۽
قرآن مجيد جو نازل ڪندڙ آهين مان پناه ٿو گهران تنهنجي نالي
سان ان هر هڪ شيءِ جي شر کان جنهن جي پيشاني تنهنجي قبضه
۾ آهي يا الله تون اول آهين جو تو کان اڳ ڪا شيءِ ڪانهي ۽ تون آخر
آهين جو تو کان پوءِ ڪا شيءِ ڪانهي ۽ تون ظاهر آهين تو کان مٿي ڪا
شيءِ ناهي ۽ تون باطن آهين جو تنهنجي هيٺان ڪا شيءِ ڪانهي مجھ

قرض لاهي ۽ مون کي سچائي ۾ محتاجي کان غني ڪر پوءِ پڙهي
اَللّٰهُمَّ اَسْلَمْتُ نَفْسِيْ اِلَيْكَ وَوَجَّهْتُ وَجْهِيَ اِلَيْكَ وَفَوَّضْتُ
اَمْرِيْ اِلَيْكَ رَغْبَةً وَّرَهْبَةً اِلَيْكَ لَا مَلْجَأَ وَلَا مَنْجَا مِنْكَ
اِلَّا اِلَيْكَ آمَنْتُ بِكِتَابِكَ الَّذِيْ اَنْزَلْتَ وَبِنَبِيِّكَ الَّذِيْ اَرْسَلْتَ
معنيٰ يا الله مون پنهنجي جند توکي سونپي آهي ۽ پنهنجو منهن توڏي ساموهون ڪيو اٿم ۽ پنهنجا سڀ ڪم تنهنجي حوالي ڪيا اٿم ان لاءِ ته رغبت جي ڪري جو تون ڏاڍو آهين ۽ ان ڊپ جي ڪري جو تون ڪاوڙ آهين توکان سواءِ ڪابه پناهه جي جاءِ يا ڇوٽڪاري جو ماڳ ڪونهي مگر تون وٽ آهي ان ڪتاب تي جو تو نازل ڪيو آهي ۽ ان نبي تي جو تو موڪليو آهي مون ايمان آندو آهي الهي دعا کي پڇاڙيءَ ۾ پڙهي ڳالهائڻ کان سواءِ سمهي پئي ٻيو جنهن ننڊ مان اک کلي ته هي ڪلمون پڙهي لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ
لَا شَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ
وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَسُبْحَانَ اللّٰهِ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكْبَرُ لَا
حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ ۽ پوءِ چوي اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ يا ٻي ڪا دعا گهرندو ته قبول ٿيندي پر جيڪڏهن وضو ڪري نماز پڙهندو ته ان جي نماز قبول ٿيندي خواب ۾ جيڪڏهن ڪا خراب شيءِ ڏسي يا پريشاني ۾ وجهندڙ ڪو سپنو لهي ته پوءِ ٽي ڀيرا پنهنجي کٻي پاسي ڏانهن ٿڪي ۽ چوي ته اعوذ بالله من الشيطان وشرها ۽ ان خواب جي ڳالهه ڪنهن سان نه ڪري ته ان کي هرگز ڪو نقصان نه پهچندو ٻي هڪڙي روايت ۾ آهي ته ان حالت ۾ پنهنجو پاسو ڦيرائي ۽ ڪنهن روايت ۾ وري اهو آهي ته ان حالت ۾ اٿي

ننڊ ۾ مشغول ٿئي ننڊ ۾ ڇرڪڻ ڊڄي يا خراب خواب ڏسي

وحشت ۽ پريشاني ٿئي يا ننڊ نه اچي ته هيءَ پڙهي -

أَعُوذُ بِكَلِمَاتِ اللّٰهِ التَّامَّاتِ مِنْ غَضَبِهِ وَعِقَابِهِ وَشَرِّ عِبَادِهِ وَمِنْ هَمَزَاتِ الشَّيَاطِينِ وَأَنْ يَحْضُرُونِ - معنيٰ مان پناهه ٿو وٺان الله جي انهن ڪلمن جي وسيلي جيڪي تمام ڪامل آهن انهي غضب کان ۽ انهي عذاب کان ۽ انهن جي ٻانهن جي شر کان ۽ شيطانن جي وسوسن کان ۽ انهن جي حاضر ٿيڻ کان. روايت آهي ته حضرت عبدالله بن عمرو رضه پنهنجي سمجهه وارن فرزندن کي اها دعا پڙهڻ جي تلقين ڪندا هيا ۽ ننڍن فرزندن کي ڪاغذ تي لکي انهن کي ٻڌندا هيا ساڳي مطلب لاءِ پڙهجي... أَعُوذُ بِكَلِمَاتِ اللّٰهِ الَّتِي لَا يُجَاوِزُهُنَّ بَرٌّ وَلَا فَاجِرٌ مِنْ شَرِّ مَا يَنْزِلُ مِنَ السَّمَاءِ وَمِنْ شَرِّ مَا يَعْرُجُ فِيهَا وَمِنْ شَرِّ مَا ذَرَأَ فِي الْأَرْضِ وَمَا يَخْرُجُ مِنْهَا وَمِنْ شَرِّ فِتَنِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَمِنْ طَوَارِقِ اللَّيْلِ إِلَّا طَارِقًا بِخَيْرٍ يَا رَحْمٰنُ - معنيٰ مان الله جي انهن ڪامل ڪلمات ذريعي پناهه ٿو گهران جن کان ڪو به چڱو ۽ مٺو ٽپي نه ٿو سگهي انهي شر کان جيڪو آسمان مان نازل ٿئي ٿو ۽ انهي کان جيڪو آسمان ڏانهن چڙهي ٿو ۽ انهي شر کان جيڪو زمين پيدا ٿئي ٿو يا زمين مان نڪري ٿو ۽ رات ۽ ڏينهن جي فتنن جي شر کان ۽ رات جي اچڻ کان مگر اهو جو ڀلائي سان اچي يا رحمان -

بيخوابي لاءِ پڙهڻ گهرجي - اَللّٰهُمَّ رَبَّ السَّمٰوَاتِ السَّبْعِ وَمَا أَظَلَّتْ وَرَبَّ الْأَرَضِينَ وَمَا أَقَلَّتْ وَرَبَّ الشَّيَاطِينِ وَمَا أَضَلَّتْ كُنْ لِي جَارًا مِنْ شَرِّ خَلْقِكَ أَجْمَعِينَ أَنْ يَفْرُطَ عَلَيَّ أَحَدٌ مِنْهُمْ أَوْ أَنْ

يُطْفِئُ اَعَزَّ جَارُكَ وَتَبَارَكَ اسْمُكَ معنيٰ يا الله سڀني آسمانن ۽ جن شين تي آسمان ڇانوَ ڪيئي آهي جا پاليندڙ - شيطانن ۽ جن مخلوق کي شيطانن گمراه ڪيو آهي جا پاليندڙ تون پنهنجي ساري مخلوقات جي شر کان مون کي بچاءِ ۽ منهنجو حمايتي ٿي ته مون تي ڪو به نه زيادتي ڪري سگهي ۽ نه مون تي چڙهت ڪري سگهي. تنهن جي حمايت ۾ جيڪو آيو تنهن عزت لڌي تنهنجو ثنا تحقيق تہ ڀلارو آهي ۽ هي دعا بہ پڙهي.

اَللّٰهُمَّ غَارَتِ النُّجُوْمُ وَهَدَأَتِ الْعُيُوْنُ وَاَنْتَ حَيٌّ قَيُّوْمٌ لَا تَأْخُذُهٗ سِنَةٌ وَّلَا نَوْمٌ يَا حَيُّ يَا قَيُّوْمُ اَهْدِئْ لَيْلِيْ وَاَنِمْ عَيْنِيْ معنيٰ يا الله تارا لهي ويا ۽ اکيون ٻوٽجي ويون ۽ تون حي ۽ قيوم آهين جو تو کي نہ جهوٽو اچي ۽ نہ ننڊ - اي سدائين نہ ننڊ ڪندڙ اي ساري عالم کي قائم رکندڙ تون منهنجي رات آرام سان گذار ۽ منهنجن اکين کي سمهار ۽ آرام ڏي،

ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ وقت پڙهجي -

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ اَحْيَانِيْ بَعْدَ مَا اَمَاتَنِيْ وَاِلَيْهِ النُّشُوْرُ معنيٰ ان الله کي سارا حمد جڳائي جنهن موت کان پوءِ مون کي جيارو آهي ۽ ان ڏي جيئرو ٿي ورڻو آهي،

## فصل ٽيون    نماز جي آداب ۽ دعائن جي بيان ۾

تهجد جي نماز لاءِ اٿي پڙهجي، اَللّٰهُمَّ رَبَّنَا لَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ قَيِّمُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَنْ فِيْهِنَّ وَلَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ مَلِكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَنْ فِيْهِنَّ وَلَكَ الْحَمْدُ

أَنْتَ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ وَمَنْ فِيْهِنَّ وَلَكَ الْحَمْدُ
أَنْتَ الْحَقُّ وَوَعْدُكَ الْحَقُّ وَلِقَاؤُكَ حَقٌّ وَقَوْلُكَ حَقٌّ
وَالْجَنَّةُ حَقٌّ وَالنَّارُ حَقٌّ وَالنَّبِيُّوْنَ حَقٌّ وَمُحَمَّدٌ صلعم
حَقٌّ وَالسَّاعَةُ حَقٌّ اَللّٰهُمَّ لَكَ أَسْلَمْتُ وَبِكَ آمَنْتُ
وَعَلَيْكَ تَوَكَّلْتُ وَإِلَيْكَ أَنَبْتُ وَبِكَ خَاصَمْتُ وَإِلَيْكَ
حَاكَمْتُ أَنْتَ رَبُّنَا وَإِلَيْكَ الْمَصِيْرُ فَاغْفِرْ لِيْ مَا قَدَّمْتُ
وَمَا أَخَّرْتُ وَمَا أَسْرَرْتُ وَمَا أَعْلَنْتُ وَمَا أَنْتَ أَعْلَمُ بِهِ
مِنِّيْ أَنْتَ الْمُقَدِّمُ وَأَنْتَ الْمُؤَخِّرُ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ معنيٰ

يا الله اي اسان جا رب حمد تنهن جي لاءِ آهي آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي
ڪجھ آهي تن جي قائم ڪندڙ تون آهين حمد تنهن جي لاءِ
آهي آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي انهن ۾ آهي تن سڀني جو نور تون آهين
تنهنجي لاءِ حمد آهي تون حق آهين تنهنجو واعدو حق آهي تنهنجو
ديدار حق آهي تنهنجو قول حق آهي جنت حق آهي دوزخ حق
آهي سڀ نبي حق آهن سيدنا محمد صلي الله عليه وسلم حق آهي
قيامت حق آهي اي الله تو لاءِ مون اسلام آندو آهي ۽ تو تي مون
ايمان آندو آهي ۽ تو تي مون ڀروسو ڪيو آهي ۽ تو ڏي موٽيو
آهيان ۽ تنهنجي ڪري وڙهيو آهيان ۽ تو وٽ فيصلا لاءِ آيو آهيان
تون اسان جو رب آهين ۽ تو ڏي موٽي اچڻو آهي تون مون کي بخش ڪر
جيڪي مون اڳي ڪيو آهي ۽ جيڪي مون پوءِ ڪيو ۽ جيڪي مون ڳجھو
يا ظاهر ڪيو آهي ۽ مون منهنجن ڳالهين کي تون مون کان وڌيڪ ڄاڻين
ٿو تون اڳتي پوئتي ڪندڙ آهين تو کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي
جيڪڏهن رات جو ڏينهن جي بستري تان اٿجي ۽ وري سمهجو

اِرادو ھجي ته پوءِ ان بستري کي ٽي ڀيرا ڪپڙي سان صاف ڪجي پوءِ سڄي پاسي تي ليٽي پڙھجي اَللّٰھُمَّ بِاسْمِكَ رَبِّي وَضَعْتُ جَنْبِي وَبِكَ اَرْفَعُهُ اِنْ اَمْسَكْتَ نَفْسِي فَارْحَمْهَا وَاِنْ رَدَدْتَهَا فَاحْفَظْهَا بِمَا تَحْفَظُ بِهٖ عِبَادَكَ الصَّالِحِيْنَ معنيٰ اي الله تنھن جي نالي سان اي رب منھن جا مون پنھنجو پاسو ڪوڙيو آھي ۽ تنھن جي مدد سان مان پنھنجو پاسو کڻندس جيڪڏھن منھن جي ساھ کي تون پاڻ وٽ روڪي ٿو رکين ته پوءِ ان تي رحم ڪر ۽ جيڪڏھن موٽائي ٿو موڪلين ته پوءِ ان جي حفاظت ڪر جھڙي طرح تون پنھنجي نيڪ ٻانهن جي حفاظت ڪرين ٿو.

پاءِ خاني وڃڻ جا آداب = جھڙي طرح جو اسان جي ٻئي ڪتاب ۾ تفصيل سان لکيل آھي تن کي پوري طرح ٻجا آڻجي پاءِ خاني ۾ داخل ٿيڻ وقت چئجي بسم الله ۽ پوءِ چئجي اَللّٰھُمَّ اِنِّي اَعُوْذُبِكَ مِنَ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ معنيٰ الله پاڪ مان پناھ ٿو گھران پليدي ۽ سڀني پليد شين کان پاءِ خاني کان نڪرڻ وقت چئجي غُفْرَانَكَ . پوءِ چئجي اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ اَذْهَبَ عَنِّي الْاَذٰى وَعَافَانِيْ معنيٰ ان الله تعاليٰ کي ساراھ ٿي جڳائي جنھن مون کان پليدي دور ڪئي آھي ۽ مون کي عافيت ڏني آھي ۽ پوري طرح وضو ڪجي ۽ وضوءَ وقت بغير ضرورت دنياوي گفتگو نه ڪجي ۽ ھي دعا پڙھجي اَللّٰھُمَّ اغْفِرْلِيْ ذَنْبِيْ وَوَسِّعْ لِيْ فِيْ دَارِيْ وَبَارِكْ لِيْ فِيْ رِزْقِيْ اي الله منھنجا گناھ بخش ڪر منھنجو گھر ڪشادو ڪر ۽ منھنجي رزق ۾ برڪت ڏي پيرن ڌوئڻ جي وقت پڙھي اَللّٰھُمَّ ثَبِّتْ قَدَمَيَّ يَوْمَ تَزِلُّ الْاَقْدَامُ معنيٰ اي الله جنھن ڏينھن پير ترڪندا تنھن ڏينھن منھنجا پير ثابت رکج وضو پوري ڪرڻ کان پوءِ آسمان ڏانھن نظر ڪري پڙھي

اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ
۽ پوءِ پڙهي اَللّٰهُمَّ اجْعَلْنِيْ مِنَ التَّوَّابِيْنَ وَاجْعَلْنِيْ مِنَ الْمُتَطَهِّرِيْنَ معنيٰ
يا الله تون مون کي انهن ماڻهن مان بڻاءِ جيڪي تمام گهڻي توبه ڪندڙ آهن
۽ تمام گهڻي پاڪائي ڪندڙ آمين ۽ هي دعا پوءِ پڙهي سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ
وَبِحَمْدِكَ اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ اَسْتَغْفِرُكَ وَاَتُوْبُ اِلَيْكَ معنيٰ
اي الله مان تنهنجي حمد ۽ ان تنهنجي پاڪائي بيان ڪريان ٿو مان
شاهدي ٿو ڏيان ته تو کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي مان تو کان بخشش
جي طلب ٿو ڪريان ۽ تو ڏي رجوع ٿو ڪريان ۽ توبه تائب ٿو ٿيان۔

تهجد جي بيان ۾ = تهجد جي نماز جون ڪم از ڪم ٻه رڪعتون
آهن ۽ ان کان زياده ٻارهن رڪعتون آهن اهي ٻارهن رڪعتون
تڏهن پڙهي سگهجن ٿيون جڏهن وتر سومهڻي جو پڙهيل آهي
۽ جيڪڏهن وتر ادا ڪيل نه آهي ته پوءِ ان صورت ۾ تهجد جون
ڏهه رڪعتون پڙهيون جيڪي سنت آهن ۽ وتر ٽي رڪعتون پڙهيون
جڏهن پڙهن رڪعتون ٿيون تهجد جي نماز ۾ قرأت جيترو طاقت هجي پاره
ڪجي اڌ پڙهجي ڇو ته آهي تهجد وقت استغفار پڙهڻ تمام ضروري
آهي ڪم از ڪم ستر ڀيرا پڙهجي حضرت امام رباني قدس سره به ان وقت
استغفار پڙهندا هيا. اهي وقت جي عاجزي ۽ نيازي کي وڏي
نعمت ڪري ليکجي حضرت ڪتاني قدس سره فرمايو آهي ته الله تعاليٰ
هڪڙي هوا ٻڌائڪي آهي جنهن جو نالو صبحيه آهي جنهن جو مخزن
عرش جي هيٺان آهي ۽ اها سحر جي وقت گهلندي آهي اها هوا ان وقت
جي استغفار ۽ آه ۽ زاري کي رب سائين جي حضور تائين پهچائي ٿي
تهجد جي نماز ۽ رات جي اٿڻ جي فضيلت تمام گهڻي آهي ،

حديث شريف ۾ آهي ته مڙني نمازن ۾ الله تعاليٰ کي وڌيڪ پسند حضرت دائود جي نماز آهي ۽ روزن ۾ پڻ سندس روزو پسند آهي حضرت دائود اڌ رات سمهندو هو ۽ رات جي ٽئين پهر ۾ اٿي نماز پڙهندو هو ۽ رات جي ڇهين پهر ۾ وري ننڊ ڪندو هو يعني رات جيڪڏهن ١٢ ڪلاڪ آهي ته ٦ ڪلاڪ ننڊ ڪئي ۽ ٤ ڪلاڪ تهجد پڙهي ۽ ٢ ڪلاڪ وري آرام ڪئي جملي ١٢ ڪلاڪ ٿيا (ترجمو) حضرت دائود هڪڙو ڏينهن روزو رکندو هو ۽ هڪڙو ڏينهن کائيندو پيئندو هو -

حديث شريف ۾ حضرت جن فرمائين ٿا ته مون وٽ جبرئيل عليه السلام آيو چيائين ته اي سيدنا محمد صلي الله عليه وسلم جيترو وقت اوهين دنيا ۾ گذاريو ٿا اوهان کي وصال ڪرڻو آهي ۽ جنهن شيءِ سان وڻي دل لڳايو پر آخر ان کان وڇڙڻو آهي جيڪي ڪرڻو آهي عمل ڪريو اوهان کي ان جي جزا ضرور ملڻي آهي -

ڄاڻڻ گهرجي ته مومن جو شرف رات جي اٿڻ ۾ آهي ۽ مومن جي عزت انهيءَ ۾ آهي ته ماڻهن کان مستغني ۽ خود دار رهي

حديث شريف ۾ آهي ته حضرت جن نماز ۾ ايتري بيهي رهندا هئا جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا صحابه سڳورن عرض ڪيو يا حضرت اوهان ايتري تڪليف ڇو ٿا ڪريو الله تعاليٰ ته اوهان جون اڳيون پويون اوڻايون بخشي ڇڏيون آهن جواب فرمايائون ته ڇا مان؟ شڪر گذار ٻانهو نه ٿيان -

حديث شريف ۾ آهي ته ساري رات جو افضل حصو پوئين رات جو پهر آهي جنهن ۾ نماز قبول پوي ٿي فجر جي نماز

تائين پوءِ سج اڀري تائين ڪابه نماز ڪانهي وري ٻنپهري جي نماز تائين نماز قبول آهي ۽ پوءِ سج لٿي تائين ڪابه نماز ڪانهي حضرت جن جي حرمت ۾ عرض ڪيو ويو ته رات جي نماز ڪيئن پڙهجي ؟ فرمايائون ته ٻه ٻه رڪعتون ڪري پڙهجن عرض ڪيائون ته ڏينهن جي نماز ڪيئن پڙهجي ؟ فرمايائون ته چار چار رڪعتون ڪري پڙهجي ۽ جيڪو شخص مون تي صلوات نه پڙهي ته الله تعاليٰ ان لاءِ احد جبل جيترو ثواب نه لکي ۽ تحقيق جيڪو شخص وضوءَ لاءِ اٿي ٿو ۽ ٻنهي جا هٿ ڌوئي ٿو ته ان جا گناهه هٿن مان نڪري وڃن ٿا وري جڏهن نڪ ۽ وات صاف ڪري ٿو ته انهي جي نڪ مان گناهه نڪري وڃن ٿا جڏهن منهن ڌوئي ٿو ته منهن مان گناهه نڪري وڃن ٿا ۽ ڪنن ۽ اکين جا گناهه به نڪري وڃن ۽ جڏهن ڪارايون ڌوئي ٿو ته انهي گناهن کان آجو ٿيو ۽ مٿي جي مسح سان مٿو به آڌيئو پوءِ جڏهن پير ڌوئي ٿو سان ٻه گناهه کان بري ٿيا پوءِ جڏهن نماز لاءِ اٿي بيهي ٿو ته گناهن کان ائين صاف ٿئي ٿو جيئن ماءُ جي پيٽان ڄائو آهي -

مقبول

حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص رات جو ڏهه آيتون قرآن شريف جون پڙهندو ته اهو غافلن مان نه لکيو ويندو ۽ جيڪو سؤ آيتون پڙهندو ان جي لاءِ رات جي قيام (بيهڪ) جو ثواب لکيو ويندو ۽ جيڪو ٻه سؤ پڙهندو اهو فرمان بردارن مان لکيو ويندو ۽ جيڪو چار سؤ پڙهندو ته اهو عابدن مان لکيو ويندو ۽ جيڪو پنج سؤ پڙهندو اهو خاشعين مان لکيو ويندو ۽ جيڪو ڇهه سؤ پڙهندو اهو مخبتين مان لکيو ويندو ۽ جيڪو هڪ هزار آيتون پڙهندو ته ان لاءِ قنطار (هڪ خاص وزن جو نالو آهي)

لکيو ويندو ۽ قنطار هڪ لک اوقيه آهي (اوقيه ٻه هڪ وزن آهي)
۽ هڪ اوقيه جيڪي آسمان ۽ زمين ۾ آهي تنهن کان زياده
بهتر آهي هڪڙي روايت ۾ آهي ته هڪ اوقيه انهن سڀني مٿين کان
زياده بهتر آهي جن تي سج اڀري ٿو ۽ جيڪو شخص ٻه هزار آيتون
پڙهيون ته اهو انهن مان ٿيو جن لاءِ الله پاڪ جي رهنمائي ولکي
ٿي چڪي آهي - حافظ ... چيو آهي ته سورة تبارك الذي
کان وٺي پڇاڙي تائين هڪ هزار آيتون آهن ،

حديث شريف ۾ آهي ته منهنجي مسجد ۾ هڪڙي
نماز ڏهن هزارن نمازن جي برابر آهي ۽ مسجد الحرام (ڪعبة الله شريف)
جي هڪڙي نماز هڪ لک نمازن جي برابر آهي ۽ دشمن جي سرحد تي
مجاهد جي نماز ويهن لکن نمازن جي برابر آهي ۽ انهن سڀني کان
ثواب ۾ زياده اهي ٻه رڪعتون آهن جيڪي جا هو رات جي بيت
۾ اهڙي طرح پڙهي ٿو جو الله جي فضل ۽ ڀلائي کان سواءِ ٻيءَ
شيءِ جو ارادو نه ٿو رکي -

حديث شريف ۾ حضرت جن فرمايئن ته اهي ماڻهو جيڪي
پاسا بسترن کان جدا رکن ٿا تن لاءِ توريت ۾ لکيل آهي ته الله تعاليٰ
اهڙيون نعمتون تيار ڪري رکيون آهن جو نه ڪنهن اک ڏٺيون آهن
نه ڪنهن ڪن ٻڌيون آهن ۽ نه ڪنهن دل ۾ انهن جو خيال ئي پيدا ٿيو آهي
۽ جن جي نه ڪنهن مقرب ملائڪ کي خبر آهي ۽ نه ڪنهن نبي مرسل کي
انهن جو مضمون قرآن شريف ۾ تلاوت ڪندا آهيون فَلَا تَعْلَمُ
نَفْسٌ مَّا أُخْفِيَ لَهُم مِّن قُرَّةِ أَعْيُنٍ معنيٰ ڪنهن به نفس کي اها خبر ناهي
ته انهن جي اکين جي ٺارڻ جون ڪهڙيون نعمتون هنن لاءِ لڪائي رکيون ويون آهن ،

........ حديث شريف ۾ آهي ته جن ڳالهين ۾ ڪابه ريس ڪري ته ٻئي سگهجي هڪ اهو ماڻهو جنهن کي الله تعاليٰ قرآن ڏنو آهي جو هو ان کي راتيان ڏينهان اٿي ويهي پڙهي ٿو ۽ ٻيو اهو ماڻهو جنهن کي الله تعاليٰ مال بخشيو آهي جنهن کي هو راتيان ڏينهان الله جي راهه ۾ خرچ ڪري ٿو

حديث شريف ۾ آهي ته الله تعاليٰ هر هڪ رات هن دنيا جي آسمان تي نزول فرمائيندو آهي يعني انوقت جڏهن رات جو ٽيون حصو رهندو آهي فرمائيندو آهي ته ڪير مون کان دعا ٿو گهري ته مان انهي دعا قبول ڪريان ۽ ڪير مون کان سوال ٿو ڪري ته مان ان کي عطا ڪريان ۽ ڪير مون کان استغفار ڪري بخشش ٿو گهري ته مان ان کي بخشيان.

حديث شريف ۾ آهي ته ٽي شخص اهڙا آهن جن کي الله تعاليٰ ڏسي خوش ٿي کلي ٿو هڪ اهو ماڻهو جيڪو رات جو اٿي نماز پڙهي ٿو ٻيو اها جماعت جيڪي صف ٻڌي نماز پڙهن ٿا ٽيون اها قوم جيڪي صف ٻڌي دشمن سان لڙن ٿا.

صبح جون سنتون گهر ۾ پڙهڻ گهرجن ۽ ٻنهي جي گهر کي اهي نوبت مان منو ڪجي پهرين رڪعت ۾ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٻي ۾ قل هو الله احد پڙهڻ گهرجي سنت کان پوءِ اهڙي حالت ۾ جو ويٺو آهي پڙهي اَللّٰهُمَّ رَبَّ جِبْرَئِيلَ وَمِيكَائِيلَ وَاِسْرَافِيلَ وَمُحَمَّدٍ النَّبِيِّ صلعم اَعُوْذُ بِكَ مِنَ النَّارِ اي مقرب ملائڪن جا ۽ حضرت صلي الله عليه وسلم جا رب مان دوزخ کان پناهه گهران ٿو ۽ جنهن مسجد ۾ داخل ٿئي ته وقار آرام ۽ سڪون سان وڃي تڪڙ يا اضطراب نه ڪري ۽ ٻنهي جي دل ۾ هيبت ۽ عظمت رکندو هجي ته هڪ عظيم الشان قهار جي

محبوب ۾ وڃي مليو آهيان ۽ شوق ۾ اميرن سان ۽ سندس دل پرنور
هجي جو هو مالڪ الملڪ وهاب ۽ رحيم ۽ آهي ودود ۽ ڪريم ۽ آهي
گهر کان نڪرڻ وقت چئي بسم الله توڪلت علي الله اللهم انا نعوذ
بِكَ مِنْ اَنْ نَزِلَّ اَوْ نُزِلَّ اَوْ نُضِلَّ اَوْ نَظْلِمْ اَوْ نَجْهَلْ اَوْ يُجْهَلَ عَلَيْنَا
معنيٰ الله جي نالي سان مون الله تعاليٰ تي ڀروسو ڪيو آهي اي الله اسين
تو کان پناهه ٿا گهرون ته اسان کي ڪا لغزش ٿئي يا اسان کرهن لغزش ۾
گرفتار ڪيا وڃون يا گمراهه ٿيون يا ظلم ڪريون يا جهالت ڪريون يا اسان
سان جهالت جو برتاءُ ڪيو وڃي ٻيو ۽ چئي اللّٰهمّ اجْعَلْ فِي قَلْبِيْ نُوْرًا
وَفِيْ بَصَرِيْ نُوْرًا وَفِيْ سَمْعِيْ نُوْرًا عَنْ يَمِيْنِيْ نُوْرًا وَعَنْ شِمَالِيْ نُوْرًا
وَمِنْ خَلْفِيْ نُوْرًا معنيٰ اي الله منهنجي قلب ۾ نور ڏي منهنجي اکين
۾ نور ڏي منهنجي ڪنن ۾ نور ڏي منهنجي سڄي ۽ کٻي پاسي
۽ پٺيان ۽ نور ڏي وَمِنْ اَمَامِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ مِنْ فَوْقِيْ نُوْرًا
وَمِنْ تَحْتِيْ نُوْرًا منهنجي اڳيان مٿان ۽ هيٺان نور ڏي ۽ هي
ڪلمون جو ٽيو هي ٻه وارو ٿئي سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهِ سُبْحَانَ اللهِ
الْعَظِيْمِ اَسْتَغْفِرُ اللهَ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ ۽ جڏهن مسجد ۾ داخل ٿئي ته
چئي بِسْمِ اللهِ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِ اللهِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ
وَعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ ذُنُوْبِيْ وَافْتَحْ لِيْ اَبْوَابَ رَحْمَتِكَ
معنيٰ الله جي نالي ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم تي سلام هجي اي الله
تون رحمت نازل ڪر حضرت جن تي ۽ سندن اولاد تي اي الله تون منهنجا
گناهه بخش ڪر ۽ تون منهنجي لاءِ پنهنجي رحمت جا دروازه کول
۽ ٻيو ۽ چئي اَللّٰهُمَّ افْتَحْ لَنَا اَبْوَابَ رَحْمَتِكَ وَسَهِّلْ لَنَا اَبْوَابَ
رِزْقِكَ اي الله اسان لاءِ پنهنجا رحمت ۽ رزق جا دروازه کول

۽ وسيلا سمجھيا ڪري ۽ جڏهن مسجد مان نڪري ته چوي بسم الله
والسلام على رسول الله اللهم صل على سيدنا محمد وآل سيدنا محمد وبارڪ وسلم
اللهم اغفر لي ذنوبي وافتح لي ابواب فضلك ۽ صبح جي نماز کان وٺي
سج اڀرڻ تائين ذڪر ۾ مشغول رهڻ گھرجي ۽ سج اڀرڻ کان پوءِ ٻه
رڪعتون يا چار رڪعتون پڙهڻ سج اڀرڻ کان وٺي سج لٿي تائين
جيڪا پاڙهڻ رڪعتون آهن جيتري قدر توفيق هجي اوتريون ادا ڪجن
حديث شريف ۾ آهي ته صبح جي نماز کان پوءِ جيڪو شخص
ويهي صبح جي نماز جي جاءِ تي ايترو ويهي جو صلواة الضحى جون ٻه رڪعتون
پڙهي اٿي ۽ انهي ته وچ ۾ ڪا اجائي ڳالهه نه ڪري يعني خير جي ڳالهه
کان سواءِ ٻيو ڪلام نه ڪري ته ان جون خطائون جيتوڻيڪ سمنڊ جي
جھڳ کان زياده هونديون ته به سڀ بخشيون وينديون.
حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو شخص صبح جي نماز
پڙهي جاءِ تي ويهي الله تعالى جو ذڪر ڪندو رهيو سج اڀرڻ تائين ته
اهو شخص بهشت ۾ ضرور ويندو جنت ان جي لاءِ واجب ٿي ويندي آهي.
حديث شريف ۾ آهي ته صلواة الضحى جون ٻه رڪعتون
الله تعالى وٽ مقبول ٿيل حج ۽ عمره جي برابر آهن.
حديث شريف ۾ آهي ته هر هڪ انسان ۾ ٣٦٠ سنڌ آهن
۽ انسان تي لازم آهي ته هر هڪ سنڌ جو صدقو ڏئي جيڪڏهن ڪو گند ڪچرو
مسجد ۾ آهي ان کي هٽائي صاف ڪجي ته اهو به صدقو آهي ۽ جيڪڏهن
رستي تان ڪنڊا هٽائجن ته اهو به صدقو آهي ۽ جيڪڏهن اهو نه ٿي سگهي
ته صلواة الضحى جون ٻه رڪعتون ڪافي آهن ان لاءِ.
حديث شريف ۾ آهي ته جيڪڏهن تون صلواة الضحى جون

ٻه رڪعتون پڙهندو رهي ته غافلن مان نه لکيو ويندو جيڪڏهن
چار پڙهندو ته محسنين مان لکيو ويندو جيڪڏهن ڇهه پڙهندو
ته ان ڏينهن تي ڪو به گناه نه لکيو ويندو ۽ جيڪڏهن ٻارهن پڙهندو
ته الله تعاليٰ تنهن جي جاءِ جنت ۾ جوڙي ڏيندو -

حديث شريف ۾ آهي ته صلوات الضحيٰ جي ٻن
رڪعتن ڪري انسان لاءِ هڪ لک ڀلايون لکيون وڃن ٿيون

حديث شريف ۾ آهي ته فجر جي نماز کان وٺي سج
اڀرڻ تائين جو مان الله جو ذڪر ڪريان سو مون کي انهن سڀني شين
کان زياده پسند آهي جن تي سج اڀري ٿو ۽ ٽيهري جي نماز کان وٺي
سج لهڻ تائين جو مان الله جو ذڪر ڪريان سو مون کي زياده پسند
آهي به نسبت ان جي جو مان حضرت اسماعيل عليه السلام جي اولاد مان
۴ انسانن کي آجو ڪريان جن جي ذمه هر هڪ جي ٻارهن هزار هجي
منجهند زوال جون چار رڪعتون ظهر جي سنتن کان سواءِ جدا ادا ڪجن
۽ ظهر جي فرض کان پوءِ سنت موڪده جي ٻن رڪعتن کان سواءِ ٻه
رڪعتون يا چار رڪعتون وقت جي خيال مان پڙهڻ گهرجن عصر
جي سنتن کي جيتري قدر ٿي سگهي ڪڏهن به هٿان نه ڇڏجن.
۽ مغرب جي ٻن رڪعتن سنت کان سواءِ صلوات الاوابين جون چار
رڪعتون يا ڇهه رڪعتون پڙهجن ۽ انهن ۾ ڊگهي قرأت ڪجي ته
ان ۾ وڏي ڀلائي آهي ۽ عشا جي سنت موڪده کان سواءِ ٻه يا چار
رڪعتون فرض کان پوءِ ۽ چار فرض کان اول پڙهڻ گهرجن ۽ سانجهي
جو سورة يٰسين - حم - دخان - واقعه ۽ قيامه پڙهجن عشا کان
پوءِ ننڊ کان اڳي الم سجده ۽ تبارڪ پڙهجي ۽ صبح جو يٰسين پڙهجي /

نماز هميشه آداب ۽ مستحبات جي بجا آوريءَ ۽ تمام نياز سان ادا ڪجي
۽ نماز ۾ سنت جو پورو خيال رکجي. نماز جا آداب جيتوڻيڪ فقه
جي ڪتابن ۾ تفصيل سان لکيل آهن تنهن هوندي به ڀلائي ۽ برڪت
حاصل ڪرڻ لاءِ هتي مختصر لکجن ٿا اميد آهي ته جيڪڏهن انهن جو
خيال رکيو ويندو ته آداب جي ڪمال کي پهچي سگهبو - تڪبير تحريمه
جي وقت بيهڻ جي آڱرين جي منهن کي قبله جي سامهون ڪجي
۽ آڱوٺي کي پاپڙيءَ سان ملائجي ۽ هٿن کڻڻ وقت اهو خيال ڪجي
ته الله تعالیٰ کان سواءِ ساري ماسوا کي پٺ ڏيئي ٿي پويان اڇلائي
ڇڏيو آهي ۽ دنيا کان هڪ منهن پورو الڳ ٿي توجه ۽ خيال حضرت
ذوالجلال والاکرام ڏانهن درست ڪجي ۽ پنهنجي ڌيان کي خاص ان
طرف لائجي ۽ وري هٿن هيٺ ڪرڻ وقت الله تعالیٰ جي ڪبرياءَ جي
اثبات جو خيال رکجي ۽ الله اڪبر چئجي ۽ ماسوا الله تعالیٰ جي ڪبريائي
جي نفي ڪجي. هتي ڪو سبيل سمجهائڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪري ۽ نه ڪري جي
ته نمازي ٿيو. قال ان جي حال جي مخالف نه ٿئي اهڙي طرح نه
ٿئي جو هو زبان سان الله اڪبر چوي ٿو الله جي وڏائي ۽ ڪبريائي
جو اقرار ڪري رهيو آهي ۽ ان جي دل ۾ ٻين جي وڏائي ويٺل آهي،
الا لله الدين الخالص هي حضرت ابو عمر زجاجيءَ کان پڇيائون
ته ڪهڙو سبب آهي جو فرضن ۾ تڪبير تحريمه وقت اهڙي حالت
منجهيو وڃي ٿي جواب ۾ فرمايائين ته ان جي ڪري جو ماڻهن جو خوف
اهڙي طرح شروع ڪيائون ته جيڪي به دل ۾ آهي اهو ئي زبان تي آڻيو
جيڪو شخص زبان سان الله اڪبر چوي ٿو ۽ ان جي دل ۾ الله کان وڌيڪ
ڪا ٻي شي موجود آهي يا ڪنهن به هوا الله کان سواءِ ڪنهن شي کي

وڏو سمجهي رهيو آهي ته پوءِ تحقيق سو پنهنجي من ۽ زبان ۾ اقرار سان الله کي ڪوڙو بڻائي رهيو آهي جن حقيقت کي به پوري طرح وسهڻ گهرجي ۽ ان جو خيال رکڻ گهرجي ته الله تعاليٰ جو شان تمام اعليٰ ۽ وڏو آهي ۽ هيءَ منهنجي عبادت هرگز ان جي لائق نه آهي ته مان ان جي حضور اقدس ۾ پيش ڪريان يا هيءَ عبادت ان جي بارگاهه ۾ ڪا اهميت به رکندي. پنهنجي هٿن کي ڌن جي هيٺان ٻڌجي ۽ جيڪڏهن نفل پڙهي رهيو آهي ته جيترو ٿي سگهي قرأت ڊگهي پڙهجي باقي فرضن ۾ مسنون قرأت تي قناعت ڪجي پر جيڪڏهن امام آهي ته پوءِ جماعتين جو خيال رکجي بيهڻ جي حالت ۾ پنهنجي نظر سجده جي جاءِ تي کوڙي ڇڏجي

حديث شريف ۾ آهي ته پنهنجي نظر کي سجده جي جاءِ مان خارج نه ڪجي رڪوع جي حالت ۾ پيرن جي پٺيءَ تي نظر رکجي گوڏن کي پنهنجي هٿن سان مضبوط جهلجي ۽ هٿن جي آڱرين کي ڪشادو رکجي ۽ پنهنجي پٺيءَ کي سڌو رکجي ۽ مٿي کي پٺيءَ سان برابر رکجي رڪوع ۽ سجده ۾ تسبيحون گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا پڙهجن پر جيڪڏهن ٻارهن ست - نو - يا ڏهن ڪجن ته بهتر آهي خاص طرح سان جيڪڏهن قرأت ڊگهي آهي ته پوءِ ان لحاظ سان رڪوع ۽ سجده به ڊگهو ڪجي حضرت جن فرمائين ٿا ته سڀ کان صورت کي رڪوع ۽ سجده جو حق ڏيو ليڪن قيام ڊگهو آهي ته رڪوع ۽ سجدو به ڊگهو هجي امامت جي صورت ۾ ٣ - يا چار تسبيحن کان وڌيڪ نه هجڻ گهرجن

ماثوره دعائون - جيڪي حضرت جن کان ثابت ٿيل آهن نماز جي شروع ڪرڻ وقت جون سبحانڪ اللهم کان سواءِ ۽ رڪوع ۽ سجده جون دعائون تسبيحن کان سواءِ ۽ قومه ۽ جلسه جون دعائون

حديث جي ڪتابن ۾ تفصيل سان ٻڌايل آهن اهي جيڪي هن نفلن
۾ پڙهجن ته تمام چڱي آهي. حضرت علي رضه کان روايت آهي
ته حضرت جن جڏهن نماز لاءِ اٿندا هئا ۽ هڪڙي روايت ۾ آهي ته شروع
ڪندا هئا ته چوندا هئا إِنِّيْ وَجَّهْتُ وَجْهِيَ لِلَّذِيْ فَطَرَ السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضَ
حَنِيْفًا وَّمَا أَنَا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ إِنَّ صَلَاتِيْ وَنُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ
لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ لَا شَرِيْكَ لَهُ وَبِذٰلِكَ أُمِرْتُ وَأَنَا أَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ،
اَللّٰهُمَّ أَنْتَ الْمَلِكُ لَا إِلٰهَ إِلَّا أَنْتَ رَبِّيْ وَأَنَا عَبْدُكَ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ
وَاعْتَرَفْتُ بِذَنْبِيْ فَاغْفِرْ لِيْ ذُنُوْبِيْ جَمِيْعًا إِنَّهُ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ إِلَّا أَنْتَ
وَاهْدِنِيْ لِأَحْسَنِ الْأَخْلَاقِ لَا يَهْدِيْ لِأَحْسَنِهَا إِلَّا أَنْتَ وَاصْرِفْ عَنِّيْ
سَيِّئَهَا لَا يَصْرِفُ عَنِّيْ سَيِّئَهَا إِلَّا أَنْتَ لَبَّيْكَ وَسَعْدَيْكَ وَالْخَيْرُ
كُلُّهُ فِيْ يَدَيْكَ وَالشَّرُّ لَيْسَ إِلَيْكَ أَنَا بِكَ وَإِلَيْكَ تَبَارَكْتَ
وَتَعَالَيْتَ أَسْتَغْفِرُكَ وَأَتُوْبُ إِلَيْكَ. معنيٰ - مون پنهنجو منهن ان
ذات ڏانهن ڪيو آهي سچائي سان ۽ سڀني کان موڙي. جنهن آسمان
۽ زمين بڻايا آهي ۽ مان مشرڪن مان نه آهيان. تحقيق منهنجي نماز
قرباني - جياپو ۽ موت ان الله جي لاءِ آهي جيڪو رب العالمين آهي ان جو
ڪو شريڪ ناهي مون کي انهيءَ ڳالهه جو امر ڪيو ويو آهي ۽ مان پهريون مسلمان
آهيان يا الله تون بادشاهه آهين تو کان سواءِ ٻيو ڪو به الله ڪونهي تون منهنجو
رب آهين مان تنهنجو ٻانهو آهيان مون پنهنجي نفس تي ظلم ڪيو آهي
۽ مان پنهنجو گناهه مڃيان ٿو تون منهنجا سمورا گناهه بخش ڪر بيشڪ
تو کان سواءِ ڪو به گناهه بخشي نه ٿو سگهي ۽ مون کي سٺن اخلاقن جي هدايت
ڪر تو کان سواءِ ٻيو ڪو به سٺن اخلاقن جي هدايت نه ٿو ڪري سگهي ۽ برن
اخلاقن کي مون کان دور رک تو کان سواءِ برا اخلاق مون کان ڪو به دور

نه ته ڪري سگهي مان ماضي آهيان حديث لاءِ تيار آهيان پلائي سب
تنهن جي هٿن ۾ آهي ۽ ٻئي اٿي تنهن جي طرفان نه آهي مان تنهن جي
مدد سان قائم آهيان ۽ تو ڏي موٽي اچڻو آهي تون وڏي برڪت وارو
آهين ۽ تنهن جو شان تمام بلند آهي تو کان بخشش ٿو گهران ۽ تو ڏي
رجوع ٿو ٿيان رڪوع جي وقت چوڻ گهرجي اَللّٰهُمَّ لَكَ رَكَعْتُ
وَبِكَ آمَنْتُ وَلَكَ اَسْلَمْتُ خَشَعَ لَكَ سَمْعِي وَبَصَرِي وَمُخِّي
وَعَظْمِي وَعَصَبِي معنيٰ يا الله تنهن جي لاءِ مون رڪوع ڪيو آهي
تو تي مون ايمان آندو آهي ۽ تنهن جي ئي مون اسلام آندو آهي منهنجا
ڪن ۽ منهن جون اکيون منهنجا هڏا ۽ منهن جون ٻنڌيون سڀ تو ڏي
جهڪي رهيون آهن ۽ مٿي کڻڻ وقت چئجي اَللّٰهُمَّ رَبَّنَا لَكَ الْحَمْدُ
مِلْاءَ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا وَمِلْاءَ مَا شِئْتَ مِنْ شَيْءٍ بَعْدُ
معنيٰ يا الله تون اسان جو رب آهين تنهن جي لاءِ حمد آهي آسمانن ۽
زمين جي ڀراءِ جيتري ۽ انهن جي وچ جيڪا جاءِ آهي ان جي ڀراءِ
جيتري تنهن کان پوءِ جيڪا شيءِ جو ڀراءُ تون چاهين ان جي ڀراءِ جيتري
۽ سجدي ۾ چوڻ گهرجي اَللّٰهُمَّ لَكَ سَجَدْتُ وَبِكَ آمَنْتُ
وَلَكَ اَسْلَمْتُ سَجَدَ وَجْهِيَ لِلَّذِيْ خَلَقَهُ وَصَوَّرَهُ وَشَقَّ سَمْعَهُ
وَبَصَرَهُ تَبَارَكَ اللهُ اَحْسَنُ الْخَالِقِيْنَ معنيٰ يا الله تو لاءِ مون سجدو ڪيو
آهي تو تي مون ايمان آندو آهي ۽ تو لاءِ منهنجو اسلام آهي منهنجي
منهن ان کي سجدو ڪيو آهي جنهن ان کي پيدا ڪيو آهي ۽ جنهن انجي
صورت بنائي آهي ۽ جنهن اکيون ۽ ڪن بنايا ڀلائون ان الله لاءِ آهن
جيڪو تمام سهڻو خلقيندڙ آهي. پڇاڙي ۾ التحيات کان پوءِ
۽ سلام کان اڳ پڙهي اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ مَا قَدَّمْتُ وَمَا اَخَّرْتُ

وَمَا اَسْرَرْتُ وَمَا اَعْلَنْتُ وَمَا اَسْرَفْتُ وَمَا اَنْتَ اَعْلَمُ بِهٖ مِنِّيْ
اَنْتَ الْمُقَدِّمُ وَاَنْتَ الْمُؤَخِّرُ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ رواه مسلم وَفِيْ رِوَايَةِ
الشَّافِعِيِّ وَالشَّرُّ لَيْسَ اِلَيْكَ وَالْمَهْدِيُّ مَنْ هَدَيْتَ اَنَا بِكَ وَاِلَيْكَ لَا
مَنْجَا مِنْكَ وَلَا مَلْجَا اِلَّآ اِلَيْكَ تَبَارَكْتَ معنيٰ يا الله مون کي بخش ڪر
جيڪي مون اڳي ۽ پوءِ ڪجهه ۽ پڌرو ڪيو آهي جيڪي مون نه ياد ڪيون
ڪيون آهن ۽ منهنجي جن ڪمن کي تون مون کان وڌيڪ ڄاڻين ٿو
تون اڳيان ڪندڙ آهين ۽ پوئتي هٽائيندڙ آهين تو کانسواءِ ڪوبه الله نه
اها مسلم جي روايت آهي ۽ امام شافعي جي روايت آهي ته برائي
تنهنجي طرفان ناهي هدايت وارو اهو آهي جنهن کي تو هدايت ڪئي،
مان تو سان آهيان ۽ تو ڏي اچڻو آهي تو کان ڪوبه ڇوٽڪارو ناهي ۽
تو کان سواءِ ڪا به پناهه جي جاءِ ناهي رڪوع ۾ هي دعا به مانگي رکي
آهي رَكَعَ لَكَ سَوَادِيْ وَخَيَالِيْ وَآمَنَ بِكَ فُؤَادِيْ اَبُوْءُ
بِنِعْمَتِكَ عَلَيَّ هٰذِهٖ يَدَايَ وَمَا جَنَيْتُ عَلٰى نَفْسِيْ معنيٰ تنهن
جي لاءِ منهنجي دل ۾ منهنجو خيال جهڪي رهيو آهي ۽ تو تي مون
پنهنجي دل سان ويساهه آندو آهي تنهنجي نعمتن جو اعتراف ڪيان ٿو
۽ ڄاڻان ٿو ته هنن هٿن سان مون پاڻ تي مصيبتون آنديون آهن،
رڪوع ۽ سجده ۾ هي به پڙهي: سُبُّوْحٌ قُدُّوْسٌ رَبُّ الْمَلٰٓئِكَةِ
وَالرُّوْحِ سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ رَبَّنَا وَبِحَمْدِكَ اللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ ۽ خاص سجده
۾ پڙهي اَللّٰهُمَّ سَجَدَ لَكَ سَوَادِيْ وَخَيَالِيْ وَبِكَ آمَنَ فُؤَادِيْ
اَبُوْءُ بِنِعْمَتِكَ عَلَيَّ وَهٰذِهٖ مَا جَنَيْتُ عَلٰى نَفْسِيْ يَا عَظِيْمُ يَا عَظِيْمُ اغْفِرْلِيْ
فَاِنَّهٗ لَا يَغْفِرُ الذُّنُوْبَ الْعَظِيْمَ اِلَّا الرَّبُّ الْعَظِيْمُ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُ بِرِضَاكَ
مِنْ سَخَطِكَ وَبِمُعَافَاتِكَ مِنْ عُقُوْبَتِكَ وَاَعُوْذُ بِكَ مِنْكَ لَا اُحْصِيْ

ثَنَاءٍ عَلَيْكَ اَنْتَ كَمَا اَثْنَيْتَ عَلٰى نَفْسِكَ سُبْحَانَ ذِي
الْمُلْكِ وَالْمَلَكُوْتِ سُبْحَانَ ذِي الْعِزَّةِ وَالْجَبَرُوْتِ سُبْحَانَ الْحَيِّ
الَّذِيْ لَا يَمُوْتُ اَعُوْذُ بِعَفْوِكَ مِنْ عِقَابِكَ وَاَعُوْذُ بِرِضَاكَ
مِنْ سَخَطِكَ وَاَعُوْذُ بِكَ مِنْكَ جَلَّ وَجْهُكَ رَبِّ اَعْطِ نَفْسِيْ
تَقْوَاهَا وَزَكِّهَا اَنْتَ خَيْرُ مَنْ زَكّٰهَا اَنْتَ وَلِيُّهَا وَمَوْلَاهَا
اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ مَا قَدَّمْتُ وَمَا اَخَّرْتُ وَمَا اَسْرَرْتُ وَمَا اَعْلَنْتُ
اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ فِيْ قَلْبِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ فِيْ سَمْعِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ
فِيْ بَصَرِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ اَمَامِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ خَلْفِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ
مِنْ تَحْتِيْ نُوْرًا وَاجْعَلْ لِيْ نُوْرًا وَاَعْظِمْ لِيْ نُوْرًا سَجَدَ وَجْهِيَ
لِلَّذِيْ خَلَقَهٗ وَصَوَّرَهٗ وَشَقَّ سَمْعَهٗ وَبَصَرَهٗ بِحَوْلِهٖ وَقُوَّتِهٖ
فَتَبَارَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخَالِقِيْنَ اَللّٰهُمَّ اكْتُبْ لِيْ عِنْدَكَ بِهَا اَجْرًا
وَضَعْ عَنِّيْ بِهَا وِزْرًا وَاجْعَلْهَا لِيْ عِنْدَكَ ذُخْرًا وَتَقَبَّلْهَا
مِنِّيْ كَمَا تَقَبَّلْتَهَا مِنْ عَبْدِكَ دَاوٗدَ اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَارْحَمْنِيْ
وَعَافِنِيْ وَاهْدِنِيْ  اللهم اغفرلي كان پوءِ ٿي جلسه ۾ ولهي پڙهي
مٿين لفظن جو لڳ ڀڳ اڳم ترجمو لکيل آهي وقت ڪري ورد معمول ٿي
لڳي رکوع کان اٿڻ وقت قومه ۾ اهڙي طرح سڌو ٿي بيهجي
جو هرهڪ بدن جو عضوو پنهن جي جاءِ تي برابر بيهي وڃي ۽ سجده
۾ اهڙي طرح وڃجي جو جيڪو زمين کي ويجهو آهي سو پهرين
ٿي رکجي يعني اول گوڏا، کڻن پوءِ هٿ پوءِ نڪ پوءِ پيشاني ۽ سجده
کان اٿڻ وقت ان جي ابتڙ ڪجي يعني پهرين پيشاني پوءِ نڪ
پوءِ هٿ پوءِ گوڏا کڻجن سجده وقت نگاه نڪ تي رکجي ۽ هٿن جون
٣ آڱريون گڏي جهلجن نه وچ خال نه رهجي ۽ هٿن پيرن جي آڱرين

جو منهن قبله طرف سامهون رکجي. سجده ۽ رکوع جون تسبيحون
هڪ جيترو ويل جيتري ۽ ٻنهي سجدن جي وچ ليڪن مطلب ۾ سڌو
ٿي ويهجي جيئن ته عضوا سڌا ٿين ۽ قعده ۾ کٻي پير تي ويهجي
۽ ساڄي پير کي کڙو رکجي. هٿن پيرن جون سڀئي آڱريون قبله ڏي
سامهون سڌيون هجڻ گهرجن ۽ هٿن جي آڱرين کي ٻنهي جي حال
تي جيئن جي جاءِ وارن آهن کي ملائي ۽ ڪشادو ڪري نه رکجي نهن
جي نظر هٿن تي جهلجي اهڙي طرح نماز ادا ڪبي ته جلبو ته نماز جو
خشوع برابر بجا آڻيندو آهي الله تعالیٰ فرمائي ٿو ته تحقيق اهي
مومن ڪامياب آهن جيڪي نماز ۾ خشوع (نياز) ڪندڙ آهن.
حضرت ابن عباس رضه قد افلح جي آيت جي تفسير ۾ فرمائي ٿو ته
ڪاميابي ۽ فلاح ٻن قسمن تي آهي هڪڙي ڪاميابي دنيا جي اهڙي
تي حاصل ٿيندي جو هو دنيوي مصيبت ۽ گذران جي فڪر ۽ غم کان
آزاد رهندا ۽ ٻي ڪاميابي آخرت جي آهي يعني هو دوزخ جي عذاب
کان ڇوٽل رهندا ۽ وڏو خيال رکجي ته نماز جي سڀني رڪنن ۾ ٻنهن
جي دل حاضر رکجي پوئين قعده ۾ درود شريف کان پوءِ اهي
دعائون جيڪي قرآن شريف ۾ آيل آهن يا جيڪي حضرت جن فرمايون
آهن يا جيڪي اهڙيون معنائن رکنديون جن اهي پڙهڻ گهرجن
انهن دعائن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون اَللّٰهُمَّ اِنِّي اَعُوْذُبِكَ مِنْ
عَذَابِ جَهَنَّمَ وَاَعُوْذُبِكَ مِنْ عَذَابِ الْقَبْرِ وَاَعُوْذُبِكَ مِنَ الْمَغْرَمِ
وَالْمَاْثَمِ رَبَّنَا اَتْمِمْ لَنَا نُوْرَنَا وَاغْفِرْلَنَا اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ
اَللّٰهُمَّ اِنَّا نَسْئَلُكَ الْعَفْوَ وَالْعَافِيَةَ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ رَبِّ زِدْنِيْ
عِلْمًا رَبَّنَا اصْرِفْ عَنَّا عَذَابَ جَهَنَّمَ اِنَّ عَذَابَهَا كَانَ غَرَامًا

اِنَّهَا سَاءَتْ مُسْتَقَرًّا وَّمُقَامًا رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ اَزْوَاجِنَا وَ
ذُرِّيّٰتِنَا قُرَّةَ اَعْيُنٍ وَّاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِيْنَ اِمَامًا ط معنيٰ
يا الله مان توکان پناهه ٿو گهران جهنم ۽ قبر جي عذاب کان ۽ ننڍي
۽ گناهه کان يا الله اسان جو نور اسان کي پورو ڪري ڏي ۽ اسان
کي بخشي ڇڏ بيشڪ تون هر هڪ شيءِ تي قادر آهين يا الله مان تو کان
دنيا ۽ آخرت ۾ عفو ۽ عافيت جو سوال ڪريان ٿو اي رب منهنجو
عمر وڌاءِ اي رب اسان جا اسان کان جهنم جو عذاب دور ڪري ڇڏ
دوزخ جو عذاب تمام برو آهي ۽ اها تمام بري جاءِ ۽ بيحد خراب
ٺڪاڻو آهي اي اسان جا رب اسان جي جوڙن ۽ اسان جي اولاد
کي اسان جي اکين جو ٺار بڻاءِ ۽ اسان کي پرهيزگارن جو مهندار ڪر

سلام جي وقت منهن کي ايترو ڦيرائجي جو پويان انجو
ڳل ڏسي سگهجي ۽ فرض جي سلام کان پوءِ هڪ ڀيري استغفرالله
پڙهجي هڪ روايت ۾ آهي ته ٽي ڀيرا چئجي - ۽ پوءِ پڙهجي اَللّٰهُمَّ
اَنْتَ السَّلَامُ وَمِنْكَ السَّلَامُ تَبَارَكْتَ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ
معنيٰ تون يا الله السلام آهين ۽ تو کان ئي سلامتي ملي ٿي ۽ وڏائي
برڪتي توکي ئي جڳائي اي بزرگي ۽ ڀلائي وارا -

(هتي مترجم طرفان جي حاشيه لکيل آهي - عام طرح سان ان دعا ۾ ٻيا
لفظ به شامل ڪيا ويندا آهن جن جو ڪو ثبوت ڪونه آهي حضرت ملا
علي قاريءَ لکيو آهي ته ڪنهن صحيح يا ضعيف روايت ۾ اهي لفظ
کان وڌيڪ حضرت ثابت نه آهن انڪري حضرت جن جي سنت جي
پيروي جي اها تقاضا آهي ته ايترن لفظن تي ڪفايت ڪجي جيتوڻيڪ
وڌيڪ دعائيه لفظن جي پڙهڻ کان منع به ڪري نه ٿي سگهجي

حضرت امام خواجه محمد معصوم قدس سره جي تحقيق جو مقام
ايڏو نه بلند آهي جو ڀانءِ به عام مروج لفظن کي ڇڏي فقط انهي
۾ اوتري ئي لفظ آندا اٿن جيڪي ثابت آهن ان حافظ محدثين
صبح جي فرض نماز جي سلام کان پوءِ هن کان اڳ جو پيرن جي ٻيرڻ ٿي
ڦيرائجي لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ
بِيَدِهِ الْخَيْرُ يُحْيِيْ وَيُمِيْتُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ڏهه ڀيرا پڙهجي
۽ هر هڪ فرض نماز کان پوءِ ٣ ڀيرا پڙهجي اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ الَّذِيْ لَآ
اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ ۽ انهو ڪلمه ٽي ڀيرا ته وڌيڪ
بهتر آهي ۽ ڏهه يا ٻارهن دفعا قل هو الله ۽ هڪ هڪ ڀيرو معوذتين
پڙهي هي دعا پڙهجي اَللّٰهُمَّ اَجِرْنِيْ مِنَ النَّارِ وَاَدْخِلْنِي
الْجَنَّةَ وَزَوِّجْنِيْ مِنَ الْحُوْرِ الْعِيْنِ معنيٰ يا الله مون کي باهه کان
ڇوٽڪارو ڏي ۽ مون کي جنت ۾ داخل ڪر ۽ مون کي حورعين سان
پرڻاءِ ۽ هي دعا اَللّٰهُمَّ اَعِنِّيْ عَلٰى ذِكْرِكَ وَشُكْرِكَ وَحُسْنِ
عِبَادَتِكَ يا الله منهنجي ذڪر ۽ شڪر ۽ نيهن جي سهڻي
عبادت ۾ منهن جي مدد ڪر ۽ هي دعا لَآ اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ
اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ معنيٰ ناهي ڪو معبود برحق مگر هڪ تون پاڪ
آهين تون ۽ مان ظالمن مان هوس ۽ ٽي ڀيرا سُبْحَانَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ
عَمَّا يَصِفُوْنَ وَسَلَامٌ عَلَى الْمُرْسَلِيْنَ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ
معنيٰ پاڪائي آهي تنهن جي ان رب جي لاءِ جو عزت جو رب آهي
هر هڪ ان بيان کان جو ڪيو وڃي ٿو ۽ رسولن تي سلام هجي ۽ سڀ
حمد ان الله لاءِ آهي جو ساري جڳ جو رب آهي ـ ۽ پوءِ به جيئي ته
نماز دل جي حضور سان پڙهڻ گهرجي ـ

حديث شريف ۾ آهي ته اوهان مان ڪو به پاڻ مڃڙهن
نماز لاءِ اٿي پڙهي ٿو ته هو رب سائين سان ڳالهيون ڪري رهيو آهي
تنهن ڪري ڪيس ڄاڻڻ گهرجي ته هو ڇا ٿو چئي رهيو آهي ۽ ڏسڻ
گهرجي ته رب وري ڪيس ڇا ٿو چئي -

نماز جي اطاعت ڪرڻ گهرجي نماز جي اطاعت
اها آهي ته بي حيائي جا ڪم ۽ برا فعال ترڪ ڪجن ڇو ته نماز
فحش ۽ منڪر ڪمن کان روڪي ٿي الله تعالىٰ فرمائي ٿو ان الصلوٰة
تنهىٰ عن الفحشاءِ والمنڪر ۽ حضرت جن فرمايو ته ان ماڻهو
جي نماز مقبول نه آهي جيڪو فرمان برداري نه ڪري ۽ نماز جي
فرمان برداري اها آهي ته اسين ڪڏهن ڪمن ۽ برائين کان پاڻ
بچايون ۽ هي به حضرت جن جو فرمان آهي ته جيڪو شخص نماز
ته پڙهي پر ان جي نماز ان کي فحش ڪمن ۽ منڪرات کان نه روڪيو
ته هو الله کان ويڙهو دور رهيو -

حديث شريف ۾ آهي - ته الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته
اهڙي طرح نه آهي ته هرهڪ نمازي کي حقيقت ۾ نماز گذاري آهي
مان ان جي نماز قبول ڪريان ٿو جيڪي منهن جي عظمت ۾
آڏو تواضع ڪري منهن جي وڏائي ۽ کي ڏسي جهڪي وڃي
پنهن جي خواهش کي حرام شين کان روڪي ۽ گناهه تي زور نه
پري - بکين کي کارائي - اگهاڙي کي ڍڪائي - مصيبت زده
تي رحم ڪري - مسافر کي ٽڪائي اهي سڀ ڳالهيون حديث شريف
۾ بيان ڪيل آهن نماز پڙهڻ وقت پنهن جا عضوا نه لوڏجن
حديث شريف ۾ آهي ته جيڪو وقت کو

شخص نماز ۾ بيهي ٿو ته پوءِ گهرجي ته انهن جي عضون کي قرار
۽ سڪون سان رکي ۽ جهڙيءَ طرح يهودي نماز ۾ پيا لڏندا آهن
اهڙيءَ طرح نه لڏندو رهي جو ته نماز ۾ آرام سان بيهڻ نماز کي
ڪامل بڻائي ٿو ۽ جنهن نماز لاءِ بيهجي ته انهيءَ وات چڱيءَ طرح
صاف ڪجي.

حديث شريف ۾ آهي ته ڪابه شيءِ ملائڪن کي وات
جي بدبوءِ کان وڌيڪ سخت نه آهي، جنهن وقت ٻانهو نماز ۾ بيهي ٿو
ته ملائڪ ان جي وات کي چمين ٿا ۽ هن جي وات مان جيڪا به آيت نڪري
ٿي اها ملائڪ جي پيٽ ۾ وڃي پئي ٿي هن ڳالهه جو پڪو ارادو رکي ته جماعت
کان سواءِ اڪيلو مان نماز نه پڙهندس ڪنهن به طرح سان پاڻ کي جماعت تائين
پهچائيندي مگر اهڙين ضرورتن جي حالت ۾ جن کي شريعت سگهوري اڪيلي
نماز پڙهڻ جي اجازت ڏني آهي.

## فصل چوٿون

"جماعت ۽ صف اول جي فضيلت جي بيان ۾ ۽ انهن ڳالهين جي بيان ۾ جن
جو تعلق مسجد سان آهي" هن فصل ۾ ڇهه جون فضيلتون مذڪور آهن
جاڻڻ گهرجي ته جماعت جي فضيلت ۾ سرورِ انبياءِ عليه وعلى
آله الصلواة والبرڪات العلى جون گهڻيون حديثون آيل آهن هتي انهن مان
ڪجهه حديثون بيان ڪجن ٿيون.

حديث شريف — جماعت جي نماز اڪيلي ماڻهوءَ جي نماز کان
ستاويهه درجا وڌيڪ فضيلت رکي ٿي

حديث شريف — جماعت جي نماز پنجويهن نمازن جي برابر

حديث شريف - جماعت جي نماز اڪيلي شخص جي نماز تي
پنجويهه درجا فضيلت رکي ٿي ۽ نفلي نماز جيڪا گهر ۾ ادا ڪجي
تنهن جي فضيلت ان نفلي نماز تي جيڪا مسجد ۾ ادا ڪجي ايتري
آهي جيتري جماعت جي نماز کي اڪيلي جي نماز تي -

حديث شريف - جيڪو صبح جي فرض نماز ادا ڪري
ته اهو ان حج جي مثال آهي ۽ جيڪو صبح نفلي نماز ادا ڪري
ته اهو نفلي نماز عمري جهڙي آهي

حديث شريف - جيڪي ماڻهو اونداهيءَ ۾ مسجدن ڏي
پنڌ ڪري وڃن ٿا اهي ته الله جي رحمت ۾ ٽٻيون هڻي رهيا آهن

حديث شريف - جيڪي ماڻهو اونداهين ۾ مسجدن ڏي ايم
وڃي رهن ٿا انهن لاءِ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن مڪمل ۽ مڪمل ته
نور جي ذريعي روشني ڪندو -

حديث شريف - ماڻهن الله تعاليٰ جي لاءِ صبح ۽ شام مسجد
۾ وڃڻ جهاد في سبيل الله کان افضل آهي

حديث شريف - الله جو هٿ جماعت تي آهي

حديث شريف - جماعت رحمت آهي ۽ جماعت کان جدائي
عذاب آهي

حديث شريف - الله تعاليٰ کي جماعت جي نماز تمام پسند
آهي. حديث شريف - الله تعاليٰ کي ٻانهن جي ان ٻانهي کان حيا
ٿئي ٿي جو هو جماعت ۾ نماز پڙهي پوءِ هو ٻانهن جي حاجت جو سوال
نه ڪري ته هو خالي موٽي وڃي تنهن جي ڪري هن جي موٽي وڃڻ
کان اڳ حاجت پوري ڪئي وڃي ٿي ،

حديث شريف - ماڻهوءَ جي گهر ۾ نماز ته هڪڙي آهي ۽ قبيلي جي مسجد ۾ نماز پنجويهن نمازن جي برابر آهي ۽ جامع مسجد ۾ نماز پنج سؤ نمازن جي برابر آهي ۽ مسجد اقصيٰ ۾ هڪڙي نماز پنجن هزار نمازن جي برابر آهي منهنجي مسجد ۾ هڪڙي نماز پنجاهه هزار نمازن جي برابر آهي ۽ مسجد الحرام جي هڪڙي نماز هڪ لک نمازن جي برابر آهي ۔

حديث شريف - هي ٻه نمازون يعني سومهڻي ۽ صبح جي نماز سڀني نمازن ۾ منافقن تي تمام ڳريون آهن ۽ جيڪڏهن انهن نمازن جي فضيلت جي انهن کي سڌ هجي ها ته ضرور اچي انهن نمازن ۾ شامل ٿين ها توڙي جو ريڙهي اچڻو پوي ها . اي مسلمانو اوهين پهرين صف کي پوري ڪرڻ لازم ڪريو ڇو ته اها ملائڪن جي صف جي مثال آهي ۽ اوهان کي جيڪڏهن ان جي فضيلت جي خبر هجي ها ته ان لاءِ تمام جلدي ڪريو ها ۽ ڪوبه ماڻهو جو ٻئي ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ سان يا گهڻن ماڻهن سان گڏجي نماز پڙهي ته سو الله تعالى کي تمام پسند آهي ۔

حديث شريف جنهن شخص وضو ڪيو ۽ چڱي طرح سان وضو ڪيائين پوءِ مسجد ڏانهن روانو ٿيو ۽ ڏٺائين ته ماڻهو نماز پڙهي چڪا آهن ته ان شخص کي الله تعالى ان ماڻهوءَ جيترو اجر ڏيندو جنهن جماعت سان نماز پڙهي آهي ۽ جماعت ۾ حاضر رهيو آهي ۽ جماعت جي اجر ۾ ڪا به گهٽتائي ڪانه ٿيندي ۔

حديث شريف - جيڪو شخص خاص الله تعالى جي لاءِ چاليهه ڏينهن جماعت سان نماز پڙهي ته اهڙي طرح جو پهرين تڪبير کي هٿ نه ڇڏيندو رهي ته الله تعالى ان جي لاءِ ٻه ڇوٽڪارا لکي ٿو هڪڙو دوزخ کان ۽ ٻيو نفاق کان !

حديث شريف - جنهن شخص جي نماز با جماعت جي
پهرين تڪبير جاليهه ڏينهن فوت نه ٿي الله تعاليٰ ان جي لاءِ ٻه ڇوٽڪارا
لکي ٿو هڪ ڇوٽڪارو دوزخ جي باهه بيو منافقي کان...
حديث شريف - اي عثمان بن مظعون جنهن شخص فجر
جي نماز جماعت سان پڙهي ۽ پوءِ سج اڀرڻ تائين ويهي الله تعاليٰ
جو ذڪر ڪندو رهيو ته ان کي جنت الفردوس ۾ ستر درجا ملندا هر هڪ درجو
۾ ايترو ويڇو آهي جو تمام پلو گهوڙو جنهن کي خوب تيار ڪيو ويو هجي
سو ستر سال ڊوڙي ته مس ان کي ڏهي سگهي ۽ جيڪو شخص ظهر
جي نماز باجماعت پڙهي ٿو ته ان کي جنات عدن ۾ پنجاهه درجا ملن ٿا
هر هڪ درجي جو ويڇو ايترو آهي جو پلو گهوڙو پنجاهه سال ڊوڙي ته مس
ان کي پهچي سگهي ۽ جيڪو شخص عصر جي نماز جماعت سان پڙهي
ته ان کي ايترو ثواب ملي ٿو گويا ان اٺ ماڻهو حضرت اسماعيل
عليه السلام جي اولاد مان آزاد ڪيا آهن جن سڀني جا گهر ٻار ٻڌا
۽ جنهن شخص مغرب جي نماز جماعت سان ادا ڪئي ته ان کي حج مبرور
۽ مقبول عمرا جو ثواب ملندو ۽ جيڪو شخص عشا جي نماز جماعت
سان پڙهي ٿو ته گويا ان قدر جي ساري رات جي نماز پڙهي آهي۔
حديث شريف - حضرت جن فرمائن ٿا ته صبح
جي نماز جيڪڏهن مان باجماعت پڙهان ته اهو مون کي وڌيڪ
پسند آهي ان کان جو مان ساري رات اٿي بيهي نماز پڙهان ۽ عشا
جي نماز جو مان جماعت سان پڙهان سو مون کي زياده پسند آهي ڀيٽ
ان جي جو مان اڌ رات اٿي بيهي نماز پڙهان۔
حديث شريف - جنهن شخص الهه ڏينهن کي فرضي

نمازن جي پوري طرح حفاظت ڪندي ته هو انهن مان هوندو جيڪي

پل پائين پل صراط تان جهڪندو وچ جي طرح گذري ويندا ۽ ان کي

الله تعالى سابقين جي پهرين ٽولي مان اٿاريندو ۽ اهڙي ماڻهوءَ کي

هر هڪ ڏينهن جي عيوض جنهن ۾ هن حفاظت ڪئي آهي اهڙين هزار

شهيدن جو ثواب ملندو جيڪي في سبيل الله قتل ڪيا ويا آهن.

حديث شريف:- اهو ماڻهو جو رات ان ڏينهن ۾ مسجد

ڏي اچي وڃي ٿو ۽ انهيءَ آمدرفت کي پنهنجي ڪم کان اڳ ڀري ٿو.

الله تعالى ان لاءِ هر هڪ صبح ۽ شام اچڻ وڃڻ جي ڪري جنت ۾ مهماني

جو بندوبست ڪري ٿو جهڙي طرح ڪنهن شخص جي ملاقات جو ڪو شخص

شوق رکندو هجي ۽ ملاقات کان پوءِ ان جي تعظيم ۽ خاطرداري ۾ ڪوشش ڪري

حديث شريف:- ڪو به شخص جيڪو گهران سهڻي نموني

سان ڪامل وضو ڪري پوءِ مسجد ڏي وڃي ٿو ۽ نماز کان سواءِ ٻي ڪا به

نيت نه ٿو رکي ته الله تعالى اهڙي طرح خوش ٿئي ٿو جيئن ڪنهن غائب

ٿيل عزيز جي خوش خبري ڪري ان جا مائٽ خوش ٿيندا آهن

حديث شريف:- ڪن ماڻهن جون جايون پري ٿيا

هيون انهن حضرت جن جي حضور ۾ انهيءَ دوريءَ جي ڳالهه ڪئي

پاڻ فرمايائون ته اوهين اتي ئي رهو اوهان کي هر هڪ قدم جي عيوض

نيڪي ملندي.

حديث شريف:- ۾ آهي ته الله تعالى فرمائيندو هڙي

روايت ۾ آهي ته قيامت جي ڏينهن فرمائيندو ته منهنجا پاتر ڪٿي

آهن ملائڪ عرض ڪندا ته ڪير ان جي لائق آهي ته توهان جو پاتر ٿي

سگهي الله تعالى فرمائيندو ته جن ماڻهن منهنجي مسجدن کي آباد ڪيو

آهي سي منهن جا جاءِ نيسري آهن ،

حديث شريف جيڪي ماڻهو الله تعاليٰ جي مسجدن
کي آباد ڪن ٿا سي اهل الله آهن

حديث شريف - ڪوبه ماڻهو جيڪو نماز يا الله
تعاليٰ جي ذڪر لاءِ مسجد ۾ جاءِ ڏني ٿو ته الله تعاليٰ اهڙو خوش ٿئي ٿو
جيئن جو ڪنهن گم ٿيل عزيز جا گهر وارا ان جي اچڻ تي ڪري خوش ٿين ،

حديث شريف - جنهن شخص پنهن جي گهر ۾ وضو
ڪيو ۽ چڱيءَ طرح وضو ڪيو پوءِ مسجد ۾ آيو ته اهو الله جو زائر ٿي
چڪو ۽ جنهن جي زيارت لاءِ ڪو اچي ٿو ان تي حق آهي ته زيارت
ڪندڙ جي عزت ڪري .

حديث شريف - مسجدون الله تعاليٰ جا گهر آهن
جنهن شخص مسجد کي پنهن جو گهر بڻايو آهي تنهن لاءِ الله تعاليٰ
ضامن آهي ته هن کي آسائش ۽ راحت ڏيندو ۽ پل صراط تان سولائي
سان ٽپائي .

حديث شريف - مسجد شريف ۾ جيڪي ماڻهون جي
ويهي رهن ٿا ته پوءِ ملائڪ انهن جا همنشين ٿي وهن ٿا اهي جيڪڏهن
۾ جيڪڏهن اهي ماڻهو غائب ٿين ٿا ته ملائڪ انهن کي ڳوليندا ٿا ..
۽ جيڪڏهن بيمار ٿين ٿا ته ملائڪ انهن جي مزاج پرسي ڪن ٿا ۽
جيڪڏهن ڪنهن ڪم ۾ تڪليف لهن ٿا ته ملائڪ انهن جي مدد ڪن
ٿا ۽ مسجد ۾ ويهندڙ ٣ فائدا لهي ٿو شفاعت لهي ٿو . حڪمت جو
ڪلمو سکي ٿو . يا رحمت جو انتظار ڪري ٿو ،

حديث شريف - جنهن شخص بانگ ڏني ۽

ڪنهن ضرورت جي ان جي اجابت نه ڪيائين ته ان جي نماز نه ٿيندي.

حديث شريف - مون ان ڳالهه جو ارادو ڪيو ته آئون نماز جو امر ڪريان ۽ پوءِ ماڻهو وڃي نماز پڙهن ۽ هڪڙو شخص انهن کي نماز پڙهائي پوءِ مان پيا ماڻهو سان ڪري انهن ماڻهن ڏي وڃان، جيڪي نماز لاءِ نه ٿا اچن ۽ منهن جي ماڻهن سان ڪاٺين جون پريون به هجن پوءِ جيڪي نماز لاءِ نه ٿا اچن انهن جا گهر ساڙي ڇڏيان.

حديث شريف - مون ارادو ڪيو ته اهي ماڻهو جيڪي نماز کان پوئتي رهجي وڃن ٿا ته انهن جي گهرن کي ساڙي ڇڏيان.

حديث شريف - بيشڪ امام ۽ بانگي مان جيترا ماڻهو نماز پڙهي آهي انهن جي ثواب جيترو اجر ۽ موذن کي به ثواب ملندو.

حديث شريف - سڀني ماڻهن کان افضل مسجد جو امام آهي پوءِ موذن پوءِ جيڪو امام جي ساڄي پاسي تي آهي.

حديث شريف - الله تعاليٰ ۽ ملائڪ رحمت موڪلين ٿا پهرين صف تي ۽ موذن جو جيستائين آواز پهچي ٿو ته ان لاءِ بخشش گهرو وڃي ٿي ۽ آلي ۽ سڪل شي جنهن به موذن جو آواز ٻڌو ته اها شئي ان جي تصديق ڪري ٿي ۽ موذن سان جيترا ماڻهو به نماز پڙهي ته انهن جو اجر به انهي کي ملندو.

حديث شريف - او مين پهريون ؟ اهڙي طرح صفون نه ٿا ٻڌو جيئن جو ملائڪ الله تعاليٰ وٽ صفون ٻڌن ٿا جو هو سڀ کان پهرين صف کي سڌو ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي تي اهڙي طرح وٽن ٿا جيئن ته بنياد ۾ هڪ ٻئي تي پٿر رکيا آهن جو هڪ ٻئي کي مضبوط ڪندا آهن.

حديث شريف - پنهنجون صفون سڌيون ڪريو

۽ هڪ ٻئي کي ويجهو بيهو ۽ ٻنهي جا ڪلهه هڪ ٻئي جي برابر ڪريو
قسم آهي ان ذات اقدس جو جنهن جي قبضه قدرت ۾ منهنجي جان آهي
ته مان ڏسي رهيو آهيان ته شيطان صفن جي وچين ۾ اهڙي طرح داخل
ٿي رهيا آهن جئن جو چيلا داخل ٿي رهيا هجن هڪ روايت ۾ آهي ته جيئن جو
دنبا داخل ٿي رهيا هجن اوهين پاڻ لاءِ بهترين صف لازم ڪري وٺو ۽ اوهين
پاڻ لاءِ سچو پاسو لازم ڪري وٺو

حديث شريف - شيطان کي سيءَ کان وڌيڪ روڪ
ٿيڻ ته صف ۾ ٿيڻ ٿي

حديث شريف - جنهن صف کي ملايو تنهن کي الله تعاليٰ
ملائيندو ۽ جنهن صف ڪٽي تنهن کي الله تعاليٰ ڪٽيندو

حديث شريف - الله تعاليٰ ۽ ملائڪ انهن ماڻهن تي
رحمت ٿا موڪلين جيڪي صفن کي ٿا ملائين ۽ جنهن شخص کو
وچ بند ڪيو ته الله تعاليٰ ان جا درجا بلند ڪندو -

حديث شريف ٻنهي جون صفون سڌيون رکو ته اوهان
جون دليون نه جدا ٿين

حديث شريف - جيڪي ماڻهو مسلسل پوين صف کان
پوءِ ٿيا ته انهن کي دوزخ لاءِ پوءِ هٽايو ويندو .

حديث شريف ڪا به وک الله تعاليٰ کي ان وک کان وڌيڪ
پسند نه آهي جيڪا ان لاءِ کڻي ٿي ته وچ صف کي ملائي -

حديث شريف - جنهن شخص پوين صف ان خوف جي ڪري
ڇڏي ته ٻين مسلمان کي مون کان تڪليف نه پهچي جنهن جي ڪري ٻيو ڪو ما
ٿي ته صف ۾ نماز پڙهيا ٿين ته الله تعاليٰ ان کي پوين ته صف جو اجر ڏيندو .

## مسجدن جي فضيلت متعلق حديثون -

حديث شريف - ڪو به شخص مسجد ۾ اچي ته ويهڻ کان اڳ ٻه رڪعتون پڙهي

حديث شريف - مسجد جي پاڙيسري جي نماز مسجد کان سواءِ نه آهي

حديث شريف - جنهن ڪا ڪک تي يا ڪچرو مسجد مان ڪڍيو ته ان لاءِ جنت ۾ جاءِ جوڙي ويندي -

حديث شريف - جيڪو شخص الله تعاليٰ لاءِ مسجد جوڙي ٿو ته الله تعاليٰ ان لاءِ جنت ۾ جاءِ جوڙي ٿو -

حديث شريف - اوهين جنت جي باغن وٽان لنگهو ته انهن کان خوب فائدو وٺو عرض ڪيو ويو ته جنت جا باغ ڪهڙا آهن فرمايائون ته "مسجدون"

حديث شريف - جيڪو شخص جيتري قدر مسجد کان پري آهي درجي بدرجي اوترو وڌيڪ اجر ملندو -

حديث شريف - جامع مسجد ۾ جيڪا نماز آهي سا حج مبرور جي برابر آهي ۽ نفلي نماز حج مقبول جي برابر آهي ۽ جامع مسجد جي نماز جي فضيلت ٻين مسجدن تي پنج سو نمازن جيتري آهي

حديث شريف - قيامت جي ڏينهن سڀ زمينون نه رهنديون مگر مسجدون هڪ ٻئي سان ملائي ڦٽا ڪريون وينديون -

حديث شريف - سڀني زمينن ۾ افضل زمين مسجدن جي آهي ۽ مسجدن ۾ سڀني ماڻهن کان افضل اهو آهي جيڪو پهرين مسجد ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ سڀني کان پڇاڙي ۾ نڪري ٿو -

حديث شريف - جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان محبت رکي ٿو ته ان کي مسجد جو سنڀاليندڙ بڻائي ٿو ۽ جڏهن ڪنهن کي ناپسند ڪري ٿو ته ان کي حمام جو سنڀاليندڙ بڻائي ٿو -

حديث شريف - جنهن شخص مسجد ۾ قنديل لٽڪايو ته
ان تي ستر هزار فرشتا رحمت پيا موڪليندا جيستائين اهو قنديل وسامي

حديث شريف - مسجد ۾ کلڻ قبر جي اونداهي آهي.

حديث شريف - قيامت جي نشانين مان هي به آهي ته ماڻهو
مسجدن ۾ واهي فخر ڪندا -

حديث شريف - پنهنجن مسجدن کي بچايو چرين کان
ٻارن کان ۽ تڪراريان لڳائڻ وارن کان - خريد و فروخت کان . سزائون
ڏيارڻ کان . جهيڙي جهڳڙي کان ۽ مسجد کي جمع ڏينهن ويران
ڪرڻ کان -

تنبيه - هن زماني ۾ جنهن عظيم سعادت نبوي صلي الله عليه وسلم
کي گهڻو عرصو گذري چڪو آهي ۽ اسين ان ڀلائي دور کان پري پهچي ويا
آهيون ۽ ماڻهن ۾ خواهشن جي پيروي ۽ جو مرض ۽ بدعتون پکڙجي
ويون آهن نماز جيڪا اسلام جو ٿنڀ آهي تنهن کان ڏسون ٿا ته زمين
جا اڪثر ماڻهو سستي ڪري رهيا آهن ۽ جماعت ۾ نماز پڙهڻ کان غفلت
ڪن ٿا ۽ پهرين صف جو قدر نه ٿا سڃاڻن ۽ مسجد شريف - جمع ۽
اذان جا آداب بجا نه ٿا آڻين ۽ ڪيترا خاص صوفي اهڙا آهن جو خيال
۾ اٿن ته نماز عام ماڻهن جي سڌاري ۽ اصلاح لاءِ آهي پر خاص لاءِ
ان جي ضرورت نه آهي خاص ماڻهو ته نماز کان بي نياز آهن جنهن جي
ڪري اهي نماز جي برڪتن کان محروم رهجي وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص
به نماز جي برڪت کان محروم رهجي ويو ته پوءِ اوهين پاڻ سمجهي
سگهو ٿا ته ان جي ايمان ۾ مغفرت جي برڪتن مان ڪهڙو ڀاڱو ملندو .
پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي ته سڀ ڪنهن شيءِ جو نمڪ

جهڙي طرح شيرو آهي ۽ ايمان جو جوهر يا عطر نماز آهي ۽ نماز جي عطر ۽ خلاصه ڀرين تڪبير آهي ان جي ڪري نماز جي ڪمالات ۽ فضائل جو هڪ ٿورو حصو بيان ڪيو اٿئون جيتوڻيڪ هي بيان ڪجهه ڊگهو ٿيو آهي پر اهي نماز جا ڪمالات ۽ فضائل تمام گهڻا آهن جيڪي تفصيل سان لکجي ته پوءِ دفتر گهرجن هر هڪ نماز جون جدا جدا فضيلتون ۽ موڪل ۾ زوائد جي سنتن جون فضيلتون ته اسان ذڪر نٿي ڪيون آهن ان باري ۾ بيشمار حديثون ملن ٿيون جن مان ٿوري حصي جو بيان اسان هيٺ جي هن رسالي ۾ ڪيو آهي هتي هاڻي ڪجهه حديثون جمع جي فضيلت ۾ لکيون وڃن ٿيون -

حديث شريف - فقيرن جو حج جمع آهي

حديث شريف - الله تعاليٰ وٽ سڀني ڏينهن ۾ افضل جمع آهي -

حديث شريف - دوزخ کي دوزخ جي ڪيڙن لاءِ خوب گرم ڪيو وڃي ٿو مگر جمع جي ڏينهن -

حديث شريف - سڀني نمازن ۾ افضل نماز اها آهي جيڪا جمع جي ڏينهن صبح جي نماز جماعت سان پڙهي وڃي حضرت جن فرمائين ٿا ته صفن جو خيال آهي ته جيڪو شخص اها نماز پڙهندو ته ان کي بخشيو ويندو

حديث شريف - اهو جمع جيڪو ماه رمضان ۾ اچي ته تنهن کي اهڙي فضيلت حاصل آهي جهڙي ماه رمضان کي ٻين مهينن تي حاصل آهي

حديث شريف - مسجدن جي دروازن تي به ملائڪ هوندا آهن جيڪي ايندڙ ماڻهن کي پهرين ۽ ٻئي ڪري پيا لکندا آهن ترتيب وار جيئن ته پهرين ماڻهو اهڙو لکيو ويندو آهي جڻ ته اٺ جو صدقو ڪيو آهي ۽ ٻيو ماڻهو اهڙو آهي گويا ان ٻڪري جو صدقو ڏنو آهي -

ٻيون وري اهڙو آهي جنهن ته ان ٻڪي صدقو ڪيو آهي ٻيو ته
(اهڙو آهي جيئن ان هڪ آنو (بيضه) خيرات ڪيو هجي پر امام جڏهن
خطبه لاءِ اچي ويهي ته پوءِ اچڻ وارا دفتر ويڙهيا وڃن ٿا -

حديث شريف - جمع جي رات ۽ جمع جي ڏينهن ۾
٢٤ ڪلاڪ آهن هر هڪ ڪلاڪ ۾ الله تعاليٰ ڇهن لکن ماڻهن کي
دوزخ کان آزاد فرمائي ٿو ۽ اهي سڀ اهي آهن جن لاءِ دوزخ واجب
ٿي چڪو آهي -

حديث شريف - الله تعاليٰ ڪنهن کي به جمعه ڏينهن بخشش
کان سواءِ نه ڇڏيندو -

حديث شريف - جيڪو شخص جمعه ڏينهن يا جمعه رات فوت
ٿئي ته ان کي الله تعاليٰ قبر جي عذاب کان نجات ڏئي ٿو، ۽ ان تي شهيد
جي نشاني هوندي آهي -

حديث شريف - حضرت جن فرمايو اوهان کي مان ٻڌايان
ته اهل جنت ڪير آهن. اهل جنت اهي آهن جن کي سخت گرمي يا سخت
سردي ۽ ڪنهن به قسم جو ڏک جمعي کان نه ٿو روڪي -

## فصل پنجون

اهڙن ذڪرن جي بيان ۾ جن لاءِ ڪو خاص وقت مقرر نه آهي جهڙوڪ ۾
استغفار، درود شريف ۽ ٻين ذڪرن جو بيان ڪيو ويندو جو هر هڪ
مومن تي لازم آهي ته گهٽ کان گهٽ استغفار پڙهي،

حديث شريف - جيڪو شخص استغفار گهڻي پڙهندو
ته الله تعاليٰ ان کي هر هڪ تنگيءَ ۾ مصيبت ۾ ڪشادگي ڏي ۽ ان کي روزي ڏيندو

۽ هو هڪ غم کان جو ڪڏهن ڪارو بخشيندو ۽ اهڙي جاءِ تان هن کي رزق ڏيندو
جو هن جي خيال ۾ به نه هوندو -

حديث شريف ۾ - جنهن ماڻهوءَ چيو ته اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ
اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ ته ان کي بخشيو ويندو جي توڻي جو هو ڪافرن جي جنگ کان ڀڄي ويو هجي.

حديث شريف - جيڪو شخص چوي ته سُبْحَانَ اللهِ وَبِحَمْدِهٖ
اَسْتَغْفِرُ اللهَ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ ته ان جو اهو ڪلمو عرش جي هيٺان تي لکيو ويندو
۽ اهو اتي معلق رهي ٿو ۽ ان کي ڪو به گناهه ميٽي نه ٿو سگهي جيستائين
جو اهو بندو الله تعالى جي حضور ۾ سامهون نه ٿي ٿو، ۽ اهو ڪلمو اهڙي طرح
ويڙهيل ۽ سربمهر ان کي ملي ٿو -

حديث شريف - اَسْتَغْفِرُ اللهَ الْعَظِيْمَ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ
الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ ٽي ڀيرا پڙهندو ته ان جا گناهه بخشيا ويندا توڻي
جو واريءَ جي ذرن برابر هجن يا آسمان جي تارن جيترا هجن. حضرت شيخ علي ابن
بکر قدس سره معارج الهداية ۾ فرمائي ٿو ته استغفار جي قسمن مان
هڪ اهو به استغفار آهي جيڪا حضرت جن کان ماثور ۽ مشهور آهي
جو پاڻ فرمايو آهي ته جيڪو شخص پڙهندو - اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ
الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ الَّذِيْ لَا يَمُوْتُ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ رَبِّ اغْفِرْلِيْ -
پنجوهه ڀيرا ته اهو شخص جنهن جي گهر ۾ يا پاڙي پچن ۾ پنهنجي قبيله
شهر ۽ ملڪ ۾ اهڙي ڪا نه ڏسندو جيڪا هن کي ناگوار لڳي يا هن
کي ڏک ڏئي جيڪڏهن ان استغفار جي سرائين هميشه ڪري ڪرڻ گهرجي ۽
صبح ۽ شام جو هميشه پڙهڻ گهرجي اسان جي مشائخ ۽ علماء جي هڪ
جماعت ۾ اهڙن بزرگن جي آهي جو اهي هڪ ٻئي کي ۽ شاگردن کي ۽ پنهنجي
اولاد کي پنهنجي خاص خادمن کي پنهنجي دوستن کي سرائين استغفار

پڙهڻ جي توضيح ڪندا هيا ۽ تاڪيد ڪندا رهندا هيا ۽ اهي استغفار ۾ اهي بزرگن جيڪي عظيم فائدا ۽ وڏيون برڪتون ۽ مشڪلاتن جو حل ڏٺو هيو ان ڪري هو پنهنجي عزيزن کي اهي استغفار جي پڙهڻ جو تمام شوق ڏياريندا آهن ۽ تاڪيد ڪندا آهن ته اها استغفار سدائين پڙهندا ڪريو ۽ ڪڏهن به نه ڇڏيو -

حديث شريف - صحيفه ۾ استغفار راڄ ڪري چمڪندي رهي ٿي -

حديث شريف - جيڪو شخص مومنين ۽ مومنات لاءِ استغفار گهرندو ته الله تعاليٰ هر هڪ مومن ۽ مومنه جي ڪري هن جي نامهٔ اعمال ۾ هڪڙي نيڪي لکندو -

حديث شريف - جيڪو شخص مومنين ۽ مومنات لاءِ استغفار گهرندو ستاويه ڀيرا ته اهو شخص انهن مان ٿيندو جن جي دعا مستجاب ٿيندي آهي ۽ جن جي ڪري زمين جي جاندارن کي رزق ڏنو ويندو آهي -

حديث شريف - دلين کي به اهڙي طرح ڪٽ لڳي ٿي جهڙي طرح لوهه کي ڪٽ لڳي ٿي ۽ دلين جي ڪٽ جي صفائي استغفار آهي -

حديث شريف - جيڪو ٻانهو سجده ۾ ٽي ڀيرا رب اغفرلي چوندو ته ان جا گناه مٿي جي ڪنڊ کان اڳ بخشيا ويندا -

حديث شريف - ان شخص لاءِ خوش خبري ۽ بشارت آهي جنهن جي صحيفه (نامهٔ اعمال) ۾ استغفار گهڻي هوندي -

حديث شريف - حضرت جن فرمايو ته اوهانجون بيماريون ڪهڙيون آهن ۽ انهن بيمارين جي دوا ڇا آهي. اوهانجون بيماريون گناه آهن

اماڻ

۽ انهن جي دو استغفار آهي

حديث شريف - حضرت جن فرمايو مان ۽ اوهان لاءِ امان آهيان ۽ استغفار به امان آهي- درود شريف تمام گهڻو پڙهڻ گهرجي

حديث شريف - جيڪو شخص مون تي هڪڙو ڀيرو صلوات پڙهندو ته الله تعالى ان تي ڏهه ڀيرا رحمت موڪليندو ڏهه خطائون ان جون ميٽي ڏهه درجا بلند ڪندو -

حديث شريف - ان ماڻهوءَ جي منهن ۾ ڌوڙ پئجي جنهن جي اڳيان منهنجو ذڪر ٿئي ۽ پوءِ هو مون تي صلوات نه پڙهي ۽ ان ماڻهوءَ جي منهن ۾ ڌوڙ پئجي جنهن تي رمضان شريف جو مهينو آيو پر ان جي بخشش کان سواءِ ان تي گذري ويو ۽ انهن ماڻهن جي منهن ۾ ڌوڙ پئجي جنهن جا ٻئي ماءُ پيءُ هجن ۽ اهي ڪراڙا ٿيا ۽ انهن جي جنت ۾ وڃڻ جا ڪارڻ نه ٿيا -

حديث شريف - هر هڪ دعا تيستائين حجاب ۾ آهي جيستائين مون تي صلوات نه پڙهي وڃي -

حديث شريف - جيڪو شخص مون تي هڪڙو ڀيرو صلواة پڙهي ٿو ته الله تعالى ان جي لاءِ رحمت جو قيراط (وزن جو اندازو) لکي ٿو اهو قيراط احد جبل جيڏو هوندو

حديث شريف - ته جيڪو شخص مون تي صلواة پڙهندو ۽ چوندو اَللّٰهُمَّ اَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ معنى يا الله حضرت جن قيامت جي ڏينهن پاڻ وٽ ويجهي جاءِ ڏي ، ته ان کي منهنجي شفاعت نصيب ٿيندي

حديث شريف - اوهين جڏهن وقت مون تي صلواة پڙهو ته سهڻي نموني سان پڙهو اوهان کي خبر ناهي ته شايد اها صلواة اسان جي حضور ۾ پيش ڪئي وڃي اوهين هيئن چوندا ڪريو

اَللّٰهُمَّ اجْعَلْ صَلَوَاتِكَ وَبَرَكَاتِكَ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ وَاِمَامِ الْمُتَّقِيْنَ وَخَاتَمِ النَّبِيِّيْنَ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ اِمَامِ الْخَيْرِ وَقَائِدِ الْخَيْرِ وَاِمَامِ رَحْمَتِهٖ اَللّٰهُمَّ ابْعَثْهُ الْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِىْ يَغْبِطُهٗ بِهِ الْاَوَّلُوْنَ وَالْاٰخِرُوْنَ

معنى يا الله تون پنهنجون رحمتون ۽ برڪتون نازل ڪر جيڪي سردار ۽ متقين جي پيشوا ۽ رسولن جي خاتم تي اهو جو تنهنجو بندو ۽ رسول آهي ڀلائي جو پيشوا ۽ نيڪي ڏي ڪاهيندڙ آهي ۽ رحمت جو امام آهي اي الله ان کي اهو مقام محمود عطا ڪر جنهن مقام تي اڳيان ۽ پويان شڪرون ڪن -

حديث شريف - جيڪو شخص مون تي هڪڙو ڀيرو صلوات ته پڙهي الله تعالى ۽ ان جا ملائڪ ان تي ستر ڀيرا صلوات ٿا پڙهن يعني رحمت ٿا موڪلين هاڻي سڀ ڪنهن باهي کي اختيار آهي ته صلواة ٿوري پڙهي يا گهڻي پڙهي.

حديث شريف - جڏهن ڪتاب ۾ جيڪو شخص مون تي صلواة پڙهي ته جيستائين جنهن جو نالو ان ڪتاب ۾ موجود آهي ملائڪ اوستائين ان لاءِ بخشش پيا گهرندا آهن

حديث شريف - مون کي حضرت جبرئيل عليه السلام عرش اعظم کان ندا ڪئي ته اي محمد (صلى الله عليه وسلم) تو کي رحمان فرمائي ٿو ته جنهن جي آڏو تنهنجو ذڪر ٿئي ۽ هو صلواة نه پڙهي اهو باهه ۾ سڙندو

حديث شريف - الله تعاليٰ جي سڀني رسولن ۽ نبين تي صلوات
پڙهندا ڪريو جيئن ته جهڙي طرح مون تي الله تعاليٰ موڪليو آهي اهڙي طرح
انهن تي به الله تعاليٰ موڪليو آهي ۽ ٻيو هي ته ڪلمون لاحول ولا قوة
جو ڪثرت سان پڙهجي ۽ سمجهڻ گهرجي ته اهو ڪلمو عرش جي هيٺان جيڪي خزانا آهن
انهن مان هڪ خزانو آهي

حديث شريف - جنهن شخص کي الله تعاليٰ ڪا نعمت عطا
فرمائي ۽ هو گهري ته اها نعمت هن مان نه وڃي ته اهو ڪلمو پڙهڻ گهرجي

حديث شريف - جيڪو شخص اهو ڪلمو گهڻو پڙهندو
ته الله تعاليٰ جي ان تي نظر هوندي ته ان کان دنيا ۽ آخرت جي بلا دور
ٿيندي -

حديث شريف - هي ڪلمو نوانوي زحمتن جي دوا آهي جن
زحمتن ۾ تڪليفن ۾ سڀ کان گهٽ غم آهي

تسبيح ۽ فضيلت - تحميد ۽ تڪبير جي ڪلمن جي فضيلت ساڳي
جو ته سڀني ڪلامن ۾ افضل ۽ الله تعاليٰ کي وڌيڪ محبوب اهي ڪلما آهن جيئن

حديث شريف - جنت جي زمين سٺي آهي انهن ۾
نهال پوکيو. عرض ڪيائون ڪهڙا؟ فرمايائون ته سبحان الله به هڪ نهال آهي
الحمدلله، لا اله الا الله ۽ الله اڪبر به هڪ هڪ نهال آهي

حديث شريف - تسبيح ميزان کي اڌ ڀري ٿي ۽ الحمدلله
نيڪين جي ميزان کي ڀريو ڇڏي ٿي لا اله الا الله کي الله جي حضور ۾
پهچڻ کي ڪو به حجاب نه آهي هڪڙي روايت ۾ آهي ته آسمانن ۽ زمين
کي ڀريو ڇڏي

حديث شريف - ڪو به شخص روءِ زمين تي اهڙو نه آهي

جو چوي لا اِلٰه اِلا الله والله اڪبر ولا حول ولا قوة اِلا بالله ته
ان جون خطائون توڙي سمنڊ جي جهڳ جيتريون ڇو نه هجن اهي
سڀ بخشيون ٿا وڃن -

حديث شريف - گهڻو پڙهندا ڪريو سبحان الله والحمد لله
ولا اِلٰه اِلا الله والله اڪبر ولا حول ولا قوة اِلا بالله اهي ڪلمات
باقيات الصالحات آهن ۽ اهي ڪلمات خطائن کي اهڙي طرح ڇاڻيو
ڇڏين ٿا جهڙي طرح وڻ جا پن ڇڻندا آهن ۽ اهي ڪلمات جنت جي
خزانن مان آهن -

حديث شريف - سبحان الله اُحد جبل کان وڏو آهي
الحمد لله - لا اِلٰه اِلا الله ۽ الله اڪبر به احد جبل کان وڏا آهن

حديث شريف - جيڪڏهن ڪنهن شخص کي اهڙي همت نه هجي
ته هو پنهنجو مال الله جي راهه ۾ ڏئي سگهي ۽ اهڙي توفيق نه
هجيس جو راتين جي اوجاڳن جي تڪليف برداشت ڪري سگهي ۽
اها جرئت به نه هجيس جو دشمن جي سامهون بيهي جهاد ڪري
ته پوءِ اهڙي شخص کي اهڙيءَ حالت ۾ سبحان الله والحمد لله
ولا اِلٰه اِلا الله والله اڪبر گهڻو پڙهڻ گهرجي ڇو ته اهي ڪلمات
چڱا ڪار ڏيندڙ آهن ۽ گناهن ۽ پاپن پلاڻڻ جا ڪارڻ آهن
۽ اهي ڪلمات باقيات الصالحات آهن

حديث شريف - جيڪو الله اڪبر سئو ڀيرا
ته اهو تنهن جي لاءِ اهڙن سئو اٺن کان زياده بهتر آهي جيڪي
ٻئي جهلون پيل هجن ۽ اهو صدقو الله تعاليٰ وٽ قبول پيل هجي
۽ جيڪو الحمد لله سئو ڀيرا ته اهو تنهن جي لاءِ اهڙن سئو گهوڙن

زياده بهتر آهي جيڪي سنجيل ڪجن ٿا انهن کي تون ڪڍ في سبيل الله
لاءِ پيش ڪرڻ ۽ جو سبحان الله سؤ ڀيرا ته اهو انهن جي لاءِ اهڙن
سؤ ٻانهن جي آزاد ڪرڻ کان زياده بهتر آهي جيڪي حضرت اسماعيل
جي اولاد مان هجن ۽ جن کي تون خاص الله تعاليٰ لاءِ آجو ڪرين ۽ جو
لا اِلٰهَ اِلاَّ الله ته پوءِ ان کي نه ڪو گناه پهچندو ۽ نه ورجي ڪو عمل
ان کان اڳرو ٿي سگهندو -

حديث شريف - جنهن شخص الله تعاليٰ لاءِ هڪ سؤ
تسبيح جي ياهڪڙي ڀيري تحميد ڪيا ٿين يا هڪڙي ڀيري تهليل
پڙهيا ٿين ياهڪڙي ڀيري تڪبير چيا ٿين ته الله تعاليٰ ان جي لاءِ جنت
۾ هڪڙو محل پوکيندو جنهن جي پاڙ سرخ ياقوت جي هوندي جنهن
تي سچن موتين جي جڙاوت هوندي جنهن جو پور ڪنوارين جي پستانن
جهڙو هوندو ماکي ۽ کان مٺو ۽ مکڻ کان نرم هوندو -

حديث شريف - جنهن چيو سبحان الله وبحمده
ته ان جي لاءِ جنت ۾ مشغال پوکيا ويندا ته جنهن جي پاڙ سون جي آهي
۽ ٿاريون ان جون سچن موتين جون آهن ۽ انهن جا ڦل اهڙا آهن
جهڙا ڪنوارين جا پستان ۽ اهي ڦل مکڻ کان نرم ۽ ماکي کان مٺا آهن
انهن مان جيترو به وا پرائبو اوترو ئي بر وقت پيدا ٿي پوندو -

حديث شريف - ڇا مان اوهان کي اهو ورد نه ٻڌايان
جو رات کي ڏينهن سان شامل ڪري ذڪر ڪجي ته ڏينهن کي رات سان
گڏي ذڪر ڪجي ته به ان کان هو وڌي وڃي اُهين اهو ورد سکو ۽
ٻين کي به سيکاريو وهو هذا: اَلحَمدُ لله عَدَدَ مَا خَلَقَ وَالحَمدُ لله
ملاءَ مَا خَلَقَ اَلحَمدُ لله عَدَدَ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالاَرضِ وَالحَمدُ لله

عَدَدَ مَا أَحْصَى كِتَابُهٗ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ مِلَاءَ مَا أَحْصَى كِتَابُهٗ
وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ عَدَدَ كُلِّ شَيْءٍ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ مِلَاءَ كُلِّ شَيْءٍ وَسُبْحَانَ
اللّٰهِ عَدَدَ مَا خَلَقَ وَسُبْحَانَ اللّٰهِ عَدَدَ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْأَرْضِ
وَسُبْحَانَ اللّٰهِ عَدَدَ مَا أَحْصَى كِتَابُهٗ وَسُبْحَانَ اللّٰهِ عَدَدَ كُلِّ شَيْءٍ
وَسُبْحَانَ اللّٰهِ مِلَاءَ كُلِّ شَيْءٍ: معنيٰ الله جي حمد آهي سڀني
مخلوقات جي عدد جيتري ۽ الله جي حمد ايتري آهي جو سڀني مخلوقات
کي ڀري ڇڏي ۽ جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهي انهن جي ڳاڻاٽي
جيتري الله جي حمد آهي سڀني ڪتاب جيترين شين کي ڳڻپ ڪئي
احاطي ۾ آندو آهي انهن جي عدد جيتري الله جي حمد آهي ۽ الله جي
لاءِ حمد آهي ايتري جو جيترين شين کي سڀني ڪتاب احاطي ۾ آندو
آهي تن سڀني کي ڀري ڇڏي ۽ الله جي حمد آهي سڀ ڪنهن شيءِ
جي عدد جيتري ۽ الله جي لاءِ ايتري حمد آهي جو سڀ ڪنهن شيءِ کي ڀري
ڇڏي ۽ الله جي لاءِ پاڪائي آهي سڀني مخلوقات جي عدد جيتري ۽ الله
جي لاءِ پاڪائي آهي جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ انهن جي عدد جيتري
۽ الله جي پاڪائي آهي جيترين شين کي سڀني ڪتاب احاطي ۾ آندو آهي
انهن جي عدد جيتري ۽ الله جي لاءِ پاڪائي آهي سڀ ڪنهن شيءِ جي عدد
جيتري ۽ الله جي لاءِ پاڪائي آهي سڀ ڪنهن شيءِ جي ڀراءُ جيتري -
حديث شريف - جنهن شخص چيو اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ
الَّذِيْ تَوَاضَعَ كُلُّ شَيْءٍ لِعَظَمَتِهٖ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ اسْتَسْلَمَ كُلُّ شَيْءٍ
لِقُدْرَتِهٖ وَلِتُطِيْعَ بِهَا مَا عِنْدَهٗ (ان الله جي لاءِ حمد آهي جنهن جي
وڏائي جي آڏو سڀ ڪا شيءِ جهڪي آهي ۽ ان الله جي لاءِ حمد آهي
جنهن جي قدرت جي آڏو سڀ ڪنهن شيءِ ڪنڌ نوايو آهي ۽ جيڪي

سنوس حڪم ۾ آهي تنهن جي فرمان برداري هر هڪ شي ڪري رهي آهي.

ته الله تعالى ان شخص جي لاءِ هزار نيڪيون لکندو ۽ هزار درجا بلند ڪندو ۽ ستر هزار اهڙا ملائڪ مقرر ڪندو جو قيامت جي ڏينهن تائين ان جي لاءِ استغفار پيا ڪندا. اها روايت طبراني ۽ ابن عساڪر جي آهي پر ان روايت جو راوي ايوب ابن نهيڪ آهي جنهن لاءِ محدثن چيو آهي ته اسين ان جي حديثن کي نه ڄاڻندا آهيون.

حديث شريف - آنحضرت صلي الله عليه وسلم حضرت معاذ کي فرمايو ته اي معاذ توهان رات ۽ صبح جا اسلوب ڇو نه ڇڏين ٿو. عرض ڪيائين ته آءٌ رات ۽ ڏينهن اوهان جي اڳيان گڏ صبح جو ست هزار ڀيرا تسبيح پڙهندو آهيان. پاڻ فرمايائون ته مان توکي اهڙا ڪلمات سيکاريان ٿو جو اهي تنهنجي لاءِ پڙهڻ ۾ سولا ۽ هلڪا آهن ته ميزان عمل ۾ ڳرا به آهن جن جو احاطو نه ملائڪ ڪري سگهن ٿا ۽ نه زمين جي ساري مخلوقات ڪري سگهي ٿي. تون چئو ڪر.

لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ عَدَدَ رِضَاهُ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ زِنَةَ عَرْشِهٖ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ عَدَدَ مَلَائِكَتِهٖ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ عَدَدَ خَلْقِهٖ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مِلْاَ سَمٰوَاتِهٖ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مِلْاَ اَرْضِهٖ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مِلْاَ مَا بَيْنَهُمَا.

حديث شريف - جيڪو شخص هي پنج ڪلمات جن جي الله تعالى ڪان دعا گهرندو ان جي دعا قبول ٿيندي. لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاللّٰهُ اَكْبَرُ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ.

حديث شريف الله تعالى جا اسم جنهن ۾ پڙهي دعا گهري ته اها دعا قبول ٿيندي ۽ جيڪا به شي ان گهري سا کيس عطا ٿي.

حضرت يونس عليٰ نبينا عليه الصلوٰة والسلام اها دعا هن طرح گهري
هئي "لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ"

حديث شريف - حضرت جن هڪڙي شخص کان ٻڌو
جو چئي رهيو هو "اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ بِاَنَّ لَكَ الْحَمْدُ لَا اِلٰهَ اِلَّا
اَنْتَ وَحْدَكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ الْحَنَّانُ الْمَنَّانُ بَدِيْعُ السَّمٰوٰتِ
وَالْاَرْضِ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ يَا حَيُّ يَا قَيُّوْمُ" معنيٰ: يا الله
مان تو کان سوال ٿو ڪريان هن طرح جو حمد تنهنجي لاءِ آهي
تو کان سواءِ ڪو به الله ناهي تون اڪيلو آهين تنهنجو ڪو به شريڪ
ناهي تون بخشيندڙ ۽ نعمتون ڏيندڙ آهين تون آسمانن ۽ زمينن
جو پيدا ڪندڙ آهين ۽ اي وڏائي وارا ۽ ڀلائي وارا اي سدائين
حيات رهندڙ ۽ ساري جڳ کي قائم ڪندڙ - پاڻ فرمايائون ته
هن شخص الله جي اسم اعظم سان دعا گهري آهي اهو اسم اعظم
اهو آهي جو جڏهن به ڪو ان جي وسيلي دعا گهري ٿو ته اها دعا
قبول ٿئي ٿي ۽ جڏهن به ان جي ذريعي سوال ڪيو وڃي ٿو ته الله
تعاليٰ عطا فرمائي ٿو.

حديث شريف - حضرت جن جي اڪثر هيءَ دعا
هوندي هئي "اَللّٰهُمَّ رَبَّنَا اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ
حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ"

حديث شريف - هيءَ دعا افضل آهي "اَللّٰهُمَّ ارْحَمْ
اُمَّةَ مُحَمَّدٍ صلي الله عليه وسلم رَحْمَةً عَامَّةً اَللّٰهُمَّ اَصْلِحْ
اُمَّةَ مُحَمَّدٍ صلي الله عليه وسلم" معنيٰ: يا الله حضرت جن جي امت تي رحمت
نازل ڪر اها به عام هجي ۽ امت جي اصلاح فرماءِ.

حديث شريف - جيڪو شخص روزانو پڙهندو اللهم
ارحم امة محمد صلى الله عليه وسلم ته الله تعاليٰ ان کي ابدال مان ڪري ڇڏيندو
هڪڙي روايت ۾ آهي ته اها دعا ڏهه ڀيرا پڙهجي -

حديث شريف هر هڪ مقرب ملائڪ هر هڪ پيغمبر
رسول ۽ هر هڪ الله جي صالح ٻانهي جي هيءَ دعا رهي آهي -

اللهم بعلمك الغيب وقدرتك على الخلق أحيني ما علمت
الحياة خيرا لي وتوفني إذا علمت الوفاة خيرا لي وأسألك
خشيتك في الغيب والشهادة وكلمة الإخلاص في الغضب والرضا
والقصد في الفقر والغنى وأسألك نعيما لا ينفد وقرة عين
لا تنقطع وبرد العيش بعد الموت وأسألك النظر إلى وجهك
والشوق إلى لقائك في غير ضراء مضرة ولا فتنة مضلة
اللهم زينا بزينة الإيمان واجعلنا هداة مهتدين -

معنيٰ يا الله تنهن جي علم غيب جي وسيلي ۽ توکي تنهن جي مخلوق تي
جيڪا قدرت حاصل آهي تنهن جي صدقي مون کي ايترو وقت جيارو جيترو
وقت تون ڄاڻين ٿو ته حياتي ۾ منهنجو ڀلو آهي ۽ مون کي موت ڏجي
جڏهن تون ڄاڻين ته موت منهنجي لاءِ ڀلو آهي ۽ آئون توکان سوال ٿو
ڪريان ته تنهنجو ڊپ پڌري ۽ لڪل هر حالت ۾ مون کي نصيب ڪر ۽ ڪاوڙ
۽ خوشي هر حال ۾ سچائي ته جيڪو لفظ منهنجي زبان تي هجي ۽ سچائي
۽ دولت مندي ٻنهي صورتن ۾ مياني روي ۽ تون مون کي هلاءِ ۽ مان توکان
سوال ٿو پنان ته مون کي اهڙيون نعمتون ڏي جيڪي ختم نه ٿين ۽ اهڙو
اکين جو ٺار عطا ڪر جو سدائين هجي ۽ موت کان پوءِ مون کي سکيو ۽ سهڻو
رک اي الله مان توکان سوال ٿو ڪريان ته تنهنجي ديدار مان مون کي

دلشاد ڪري پيو ٿي پنهنجي لقاءَ جو شوق نصيب ڪر سواءِ ڪنهن
ڏک ۽ اهڙي فتني جي ۽ سواءِ ڪنهن گمراهه ڪندڙ فتني جي اي الله ايمان
جي سونهن سان اسان کي سينگار ۽ اسان کي هدايت ڪندڙ ۽ هدايت
لڌي هلندڙ بڻاءِ ـ

حديث شريف ـ حضرت ابن عمر فرمايو ته مان اوهان کي
اهي ڪلما ٻڌايان ٿو جو جنهن شخص کي الله تعالىٰ ڀلو گهري ته هن کي
اهي ڪلمات سيکاري ٿو ۽ وري ڪڏهن ان کي وساري نه ٿو ـ اَللّٰهُمَّ
اِنِّيْ ضَعِيْفٌ فَقَوِّ فِيْ رِضَاكَ ضُعْفِيْ وَخُذْ اِلَى الْخَيْرِ بِنَاصِيَتِيْ
وَاجْعَلِ الْاِسْلَامَ مُنْتَهٰى رِضَائِيْ اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ ضَعِيْفٌ فَقَوِّنِيْ
وَاِنِّيْ ذَلِيْلٌ فَاَعِزَّنِيْ وَاِنِّيْ فَقِيْرٌ فَارْزُقْنِيْ معنىٰ اي الله
مان ضعيف آهيان تنهنجي رضامندي ۾ منهنجي ضعيفي ۽ هيڻائي
کي قوت ڏي ۽ منهنجو منهن ڀلائين ڏي ڪر ۽ منهنجي لاءِ اسلام
انتهائي رضامندي جي منزل بڻاءِ اي الله مان ضعيف آهيان مون کي
طاقت ڏي ۽ قوت عطا ڪر مان ذليل آهيان مون کي عزت ڏي مان
محتاج آهيان مون کي رزق ڏي ـ

حديث شريف ـ حضرت معاذ بن جبل کان روايت
آهي ته حضرت رسالت مآب صلى الله عليه وسلم هڪڙي ڏينهن رڪجي
پيا جو ٻاهر صبح جي نماز لاءِ تشريف نه آڻي سگهيا ته ان جو ايترو دير
ٿي جو اسان سمجهيو ته هاڻي سج اڀري ٿو پوءِ ٻاهر تشريف آندائون
۽ نماز لاءِ سڀني کي سڏيو ويو حضرت جن جلدي نماز پڙهائي ورتي
حضرن سلام ورايو ته بلند آواز سان اسان کي سڏيائون ۽ فرمايائون
ته جهڙي طرح سان ويٺا آهيو اهڙي طرح پنهنجن صفن ۾ ويٺا هجو،

پوءِ اسان ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته مان اوهان کي اها ڳالهه
ٿو ٻڌايان ته اڄ صبح جو ڪهڙي شيءِ مون کي روڪيو جو مان دستور موجب
سويرو اوهان وٽ نه اچي سگهيو آهيان حقيقت هن طرح آهي ته مان رات
جو اٿيس پوءِ وضو ساري جيتري قدر منهنجي لاءِ مقدر هئي مون نماز
پڙهي پر نماز ۾ مون کي ننڊ اچڻ لڳي تان جو منهنجو بدن ڳرو ٿيو. اوچتو
ڇا ٿو ڏسان ته الله تعاليٰ تمام سهڻي صورت ۾ جلوه افروز آهي ۽ فرمائي
ٿو ته اي محمد (صلي الله عليه وسلم) مون چيو لبيڪ (حاضر آهيان) فرمايائين
ته ملاءِ اعليٰ (ملائڪ مجلس وارا) ڪهڙي مسئلي تي بحث ڪري رهيا آهن
مون عرض ڪيو لا اعلم (مون کي خبر ناهي) وري رب سائين اهڙي ريت ٽي ڀيرا
پڇيو تنهن کانپوءِ مون ڏٺو ته رب سائين پنهنجي ترهي منهنجي ٻنهي
ڪلهن جي وچ ۾ رکي آهي ايتري حد تائين جو مون ان جي آڱرين جي ٿڌاڻ
منهنجي سيني ۾ ٻنهي پڙن جي وچ ۾ محسوس ڪئي جنهن کانپوءِ هر هڪ
شي مون تي پڌرو ٿي پيو ۽ ظاهر ٿي ۽ هر هڪ شيءِ کي مون سڃاڻي ورتو پوءِ
فرمايائين ته اي محمد (صلي الله عليه وسلم) مون چيو لبيڪ چيائين ته ملاءِ اعليٰ
ڇا ۾ بحث ڪري رهيا آهن تنهن تي مون عرض ڪيو ته ڪفارن جي مسئلي ۾
فرمائين ته اهي ڪفارا ڇا آهن مون چيو ڪفارا گناهن کي ميٽيندڙ
هي آهن وِکون وڌائي جماعت ڏي وڃڻ، نماز کانپوءِ مسجدن ۾
ويهي رهڻ تڪليفن ۾ اهڙين ۾ به پوري طرح وضو سارڻ فرمايائين
ته ٻيو ڪفارن بابت ڪهڙو بيان تائين مون چيو ته ماني کارائڻ، نرمي
سان ڳالهائڻ ۽ اهڙي وقت ۾ نماز پڙهڻ جو ماڻهو سمهيا هجن،
پوءِ الله تعاليٰ فرمايو ته گهر جيڪي گهرڻو اٿئي مون چيو ته
اللهم اني اسئلك فعل الخيرات وترك المنكرات وحب المساكين

وَاِنْ تَغْفِرْلِيْ وَتَرْحَمْنِيْ وَاِذَا اَرَدْتَّ فِتْنَةً فِيْ قَوْمٍ فَتَوَفَّنِيْ
غَيْرَ مَفْتُوْنٍ وَاَسْئَلُكَ حُبَّكَ وَحُبَّ مَنْ يُّحِبُّكَ وَحُبَّ عَمَلٍ
يُّقَرِّبُنِيْ اِلٰى حُبِّكَ معنيٰ يا الله مان تو کان سوال ٿو ڪريان چڱاين جي
ڪرڻ جو ۽ برائين جي ڇڏڻ جو ۽ مسڪينن جي محبت جو يا الله تون مون
کي بخش ڪر ۽ مون تي رحم ڪر جڏهن تنهنجو ارادو ڪنهن قوم کان
امتحان وٺڻ ۽ آزمائش ۾ وجهڻ جو هجي ) ته ان حالت ۾ مون کي
فتني ۽ آزمائش ۾ وجهڻ کان سواءِ وفات ڏي يا الله مان تو
کان تنهنجي محبت جو سوال ڪريان ٿو ۽ ان شخص جي محبت جو
سوال ڪيان ٿو جو تو سان محبت رکندڙ هجي ۽ اهڙي عمل جي محبت جو
سوال ڪيان ٿو جيڪو مون کي تنهنجي محبت تائين ويجهو ڪري
تنهن کان پوءِ حضرت جن فرمايو ته اها حقيقت حق آهي اوهين پاڻ
به اها دعا پڙهو ۽ ٻين کي به سيکاريو اها حديث امام احمد ۽ ترمذي
روايت ڪئي آهي ۽ ترمذي چيو آهي ته اها حديث حق آهي ۽ محمدؒ
۽ چيو اٿس ته مون ان بابت امام محمد بن اسماعيل بخاريؒ کان
پڇيو جنهن به چيو ته اها حديث صحيح آهي ـ

حديث شريف ـ حضرت جن سعد کي فرمايو ته
اي سعد جيڪڏهن تون ڪنهن وقت هي ڪلمان جنهن دعا گهرڻي
ته جيڪي آسمانن ۽ زمينن جي وچ ۾ آهي تن سمورين شين به جيڪڏهن
دعا گهرندين ته قبول ڪئي ويندي اي سعد تو کي ان جي بشارت هجي
اهي ڪلمان هي آهن سُبْحَانَكَ لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ يَا ذَا الْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ

حديث شريف ـ الله تعاليٰ جو هڪڙو نور جو درياهه
آهي جنهن جي چوطرف نوريا ملائڪ آهن ۽ اهي هڪڙي نوري جبل

تي آهن انهن جي حق ۾ نور جا قنديل آهن ان درياهه جي موج ۾ ڪيترا ملائڪ
هيءَ تسبيح پڙهن ٿا سُبْحَانَ ذِي الْمُلْكِ وَالْمَلَكُوْتِ سُبْحَانَ ذِي الْعِزَّةِ
وَالْجَبَرُوْتِ سُبْحَانَ الْمَلِكِ الْحَيِّ الَّذِي لَا يَمُوْتُ سُبُّوْحٌ قُدُّوْسٌ رَبُّ الْمَلَائِكَةِ
وَالرُّوْحِ معنيٰ پاڪائي آهي ان کي جو عالم ارواح ۽ عالم اجساد جو مالڪ آهي
پاڪائي آهي ان کي جو عزت ۽ وڏائي وارو آهي پاڪائي آهي ان جو پاڻ
لاءِ جو حيات آهي ۽ جنهن تي موت نه ٿو اچي جو ڪفايت ۽ بيحد پاڪ آهي
ملائڪن ۽ روحن جو رب آهي جيڪو شخص اها دعا روزانو هڪڙو پيرو
پڙهندو يا سال ۾ هڪڙو پيرو پڙهندو يا سڄي عمر ۾ هڪڙو پيرو پڙهندو
ته الله تعاليٰ ان جا ڳڻيان ۽ ٻوبان سڀ گناه بخشي ڇڏيندو توڙي جي
ان جا گناه سمنڊ جي جهڳ جيترا هجن يا واريءَ جي ذرن جيترا هجن
يا هو شخص جيڪو لشڪر کان ڀڳو هجي (تنبيه سچائيءَ سان توبه تائب ٿي
جيڪڏهن اهي ڪلمات پڙهندو ته ان کي بخشيو ويندو از مترجم)

حديث شريف حضرت جن پنهنجي نياڻي کي فرمايو اي
فاطمه (رضي الله عنها) توکي ڪاڀ شيءِ نه روڪي جو جنهن ڳالهه جي
مان توکي وصيت ڪيان ٿو سا ڏينهن ۾ ٻه ڀيرا نه پڙهين يَا حَيُّ يَا قَيُّوْمُ
بِرَحْمَتِكَ اَسْتَغِيْثُ فَلَا تَكِلْنِيْ اِلٰى نَفْسِيْ طَرْفَةَ عَيْنٍ وَاَصْلِحْ لِيْ
شَاْنِيْ كُلَّهٗ معنيٰ اي سڀني حيات وندن ۽ اي عالم کي قائم رکندڙ
تنهنجي رحمت ذريعي مان فرياد ڪيان ٿو مون کي هڪ اک ڇنڀ جيترو به پنهنجي
جي حوالي نه ڇڏ ۽ منهنجي هر حال کي سنوار ۽ اصلاح فرماءِ.

حديث شريف - جنهن شخص چيو جَزَى اللّٰهُ
عَنَّا سَيِّدَنَا مُحَمَّدًا صلي الله عليه وسلم مَا هُوَ اَهْلُهٗ يا الله اسان جي طرفان نبي
محمد صلي الله عليه وسلم کي اهڙو جزاءِ خير ڏي جنهن جا هو لائق آهن ته ان

شخص هڪ هزار ڏينهن تائين سٺين ڪمائين کي (ثواب لکڻ کان)
رُڪائي ڇڏيو.

هر هڪ مومن تي لازم آهي ته هميشه الله تعالى کان عافيت گهرندو رهي ۽ جنهن ڪم جي ڪرڻ جو ارادو هجي ته پهريائين استخارو ڪجي جو انسان جي سعادت ۽ ڀلائي استخاري ۾ آهي شقاوت ۽ بدبختي استخاري جي ڇڏڻ ۾ آهي.

حديث شريف ۾ آهي ته استخاري جي ترتيب هي آهي ته فرض نماز کان سواءِ ٻه رڪعتون پڙهجن پهرين رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ قل يا ايها الڪافرون پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ قل هو الله پڙهجي سلام ورائڻ کان پوءِ هيءَ دعا پڙهجي. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْتَخِيْرُكَ بِعِلْمِكَ وَاَسْتَقْدِرُكَ بِقُدْرَتِكَ وَاَسْئَلُكَ مِنْ فَضْلِكَ الْعَظِيْمِ فَاِنَّكَ تَقْدِرُ وَلَا اَقْدِرُ وَاَنْتَ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ. اَللّٰهُمَّ اِنْ كُنْتَ تَعْلَمُ اَنَّ هٰذَا الْاَمْرَ الَّذِيْ اُرِيْدُهٗ (هتي جاءِ تي جنهن جي ڪم ۾ ارادي جو نالو وٺجي) خَيْرٌ لِّيْ فِيْ دِيْنِيْ وَمَعَاشِيْ وَعَاقِبَةِ اَمْرِيْ فَاقْدُرْهُ لِيْ وَيَسِّرْهُ لِيْ ثُمَّ بَارِكْ لِيْ فِيْهِ وَاِنْ كُنْتَ تَعْلَمُ اَنَّ هٰذَا الْاَمْرَ الَّذِيْ اُرِيْدُهٗ (وري جنهن جي مقصد جو نالو وٺجي) شَرٌّ لِّيْ فِيْ دِيْنِيْ وَمَعَاشِيْ وَعَاقِبَةِ اَمْرِيْ فَاصْرِفْهُ عَنِّيْ وَاصْرِفْنِيْ عَنْهُ وَاقْدُرْ لِيَ الْخَيْرَ حَيْثُ كَانَ ثُمَّ اَرْضِنِيْ بِهٖ (معنى) يا الله مان تو کان تنهنجي علم جي وسيلي ڀلائي جي طلب ٿو ڪريان ۽ تنهنجي قدرت جي وسيلي مان تو کان سگهه ۾ قدرت جي طلب ٿو ڪريان ۽ تو کان تنهنجي عظيم فضل جو سوال ٿو ڪريان تحقيق تو کي هر ڪا قدرت

حاصل آهي ته مون کي ڪتاب قرت نه آهي ته تون غيبن جو جاڻندڙ آهين اي الله تون ڄاڻين ٿو ته هنن ڪم جو مان ارادو ڪري رهيو آهيان سو بيشڪ هن منهن جي لاءِ منهنجي دين ۾ گذران ۾ ۽ نتيجي جي ڏيهاڙي موچاري آهي ته پوءِ ان کي منهن جي لاءِ مقرر ڪر ۽ اهو ڪم مون کي سهنجو ڪري ڏي ۽ پوءِ ان ۾ مون کي برڪت ڏي ۽ بيشڪ تون ڄاڻين ٿو ته اهو ڪم جنهن جو مان ارادو ڪري رهيو آهيان سو منهن جي لاءِ منهن جي دين ۾ معاش ۾ برو آهي ۽ ان جي ڏيهاڙي منهن جي لاءِ خرابي نه آهي ته پوءِ ان کي مون کان هٽاءِ ۽ مون کي ان کان هٽاءِ ۽ منهن جي لاءِ ڀلائي مقرر ڪر جتي به هجي ۽ مون کي ان کان راضي ڪر

صلواة التسبيح جنهن جو بيان ۽

حديث شريف ۾ آيو آهي ته جيتري قدر ٿي سگهي اها ۽ پڙهڻ گهرجي ان جو طريقو هي آهي ته چار رڪعتون پڙهجن هر هڪ رڪعت ۾ سبحانڪ اللهم کان پوءِ "سبحان الله والحمد لله ولا اله الا الله والله اڪبر" ١٥ ڀيرا پڙهجن تنهن کان پوءِ اعوذ ۽ بسم الله پڙهي ۽ الحمد ۽ سورت پڙهي پوءِ ڏهه ڀيرا اهو ڪلمون پڙهجي ۽ رڪوع ۾ ۽ سجدن ۾ ۽ قومه ۽ جلسه ۾ ڏهه ڏهه ڀيرا اهو ڪلمون پڙهجي ۽ ٻئي سجدي کان پوءِ ٿورو ويهي ۽ ڏهه ڀيرا اهو ڪلمون پڙهجي اهڙي ترتيب سان ٻه رڪعتون پڙهجن يعني هر هڪ رڪعت ۾ ٧٥ ڀيرا اهو ڪلمو پڙهجي ته چئني رڪعتن ۾ ٽي سئو ڀيرا اها تسبيح پڙهي ويندي ،

(حضرت سائين شاهه آغا پنهنجي ڪتاب راحة القلوب صفحه ١٠٩ ۾ اهڙي نماز جي ڀلائي جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي خاص طرح مغفرة الذنوب الڪبيرا الاڪثر تي ايتي بابا ماءُ جن هر جمع رات پڙهندا هيا تنهن ڪري هتان نقل ڪئي) حافظ الله محمد

10.5.1982

# فصل ڇهون (آخري)

ضروري ۽ فائدي وارين نصيحتن جي بيان ۾

اي مسڪين جا پيارا ڀاءُ طريقي جي مخالف ۽ ناجنس ماڻهن جي صحبت کان تمام پري رهجي ۽ بدعتي ماڻهن سان ڪنهن به حالت ۾ نه ويهه. حضرت يحيٰ معاذ رازي قدس سره فرمايو آهي ته ٽن قسمن جي ماڻهن جي صحبت کان پرهيز ڪر هڪڙا اهي عالم جيڪي غافل آهن ٻيا اهي قاري جن ۾ رياء ۽ ڏيک آهي ۽ ٽيان اهي صوفي جيڪي جاهل آهن - جيڪو ماڻهو مشائخن جو لباس پهري مسڪين ٿي ويٺو آهي پر ان جو عمل سنت تي پورو نه آهي ۽ شريعت جي نموني سان سينگاريل نه آهي خبردار ان کان پري رهه - بلڪ جنهن شهر ۾ اهڙو ماڻهو رهندو هجي تنهن شهر ۾ نه رهه متان ڪڏهن ايئن ٿئي جو ڪجهه ڏينهن جي گذرڻ ڪري دل جو لاڙو ان ڏانهن ٿي پئي جنهن جي ڪري دين جي ڪارخاني ۾ ڪو عظيم خلل نه پئجي وڃي جو ته اهو ماڻهو پيروي ڪرڻ جي لائق نه آهي هو پنهنجو جو ۾ شيطان جو جار آهي اهڙي ماڻهوءَ جون ڪيتريون به ڪرامتون ۽ تصرف هجن ۽ ظاهري دنيا کان بي تعلق به ڏسجي تنهن به انجي صحبت کان اهڙو ڀڄجي جهڙي طرح شينهن کان ماڻهو ڀڄندو آهي -

سيد الطائفه حضرت شيخ جنيد بغدادي قدس سره فرمائي ٿو ته طريقت جا سڀ دروازا بند آهن مگر ان شخص تي جنهن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي پيروي ڪئي ۽ سنت نقش قدم تي هليو ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو جنهن شخص قرآن حفظ نه ڪيو ۽ حديث شريف جي ڪتاب نه لکيائين تنهن جي پيروي طريقي ۾ هرگز نه ڪجي ڇو ته

هي اسان جو جيڪو علم آهي (يعني تصوف ۽ سلوڪ) سو قرآن ۽
سنت جو پابند آهي ائين فرمائين ٿا ته: اڳين سڀني ۽ مقرب بزرگن جا
سڀ طريقا ڪتاب ۽ سنت جا پابند رهيا آهن ۽ حقيقت هي آهي ته اهي
بزرگ سچا صوفي هيا ۽ اهي بزرگ عالم به هيا ۽ شريعت ۽ طريقت جا
عامل به هيا اهي سلف صالحين حضرتن جا وارث آهن جن حضرت
جي اقوال افعال ۽ اخلاق جي پوري پيروي ڪئي آهي اسان کي
شال الله تعالى انهن جي برڪتن جو فيض پهچائي ۽ رهي ويهي ڳالهه
ته ڪو به شخص آداب ۽ سنت مصطفوي صلى الله عليه وسلم ۾ سست
هجي تنهن کي ڪڏهن به عارف نه سمجهيو ۽ هن جي لاڳاپا ترڪ ۽ تارڪ
الدنيا هجڻ ۽ ان جي ڪرامتن تي ڪڏهن به نه موهجي ۽ نه ان جي زهد ۽
توڪل تي ۽ ان جي توحيدي معرفت جي بيانن تي ڪڏهن به دل نه لڳايو
جو ته هيڪي به باطل فرقا آهن يهودي ۽ نصارا جوڳي ۽ برهمڻ
سڀي به حقاني جماعتن سان مٿين ڳالهين ۾ شريڪ آهن.

حضرت ابو محمد بن خفيف قدس سره فرمايو آهي ته هر هڪ
اهو حال جو علم جو نتيجو نه هجي پوءِ اهو ڪيترو به وڏو ته ڇو نه هجي
تنهن جو نقصان ان صاحب حال تي ان جي فائده کان گهڻو آهي
ڪنهن شخص مٿين بزرگ کان پڇيو ته تصوف ڇا آهي فرمايو ورندي
ڏنائين ته "الصبر تحت الامر والنهي" معنى الله جي امر ونهي تي قائم رهڻ
ان سلسلي ۾ تڪليفن تي صبر ڪرڻ تصوف آهي ساري ڪاروبار جو بنياد
شريعت جي پيروي تي آهي ۽ نجات جي معامله جو مدار به حضرت جن
جي نقش قدم تي هلڻ سان وابسته آهي حق ۽ باطل جي پڌري لڳندڙ
۾ جهڙي ڪو فرق ٿي انهي سگهي ته ۽ انهن ۾ ويهي ڪري سگهجي ٿو

ته اها انتهائي ٻه حصن حضرت جن جي ٻيهر وڏي آهي. ٻيو ڳجهو ٻڌائي
ترڪ الدنيا، زهد ۽ توڪل، حضرت جن جي ناقابل بياني کان سواءِ نا
مقبول آهي ذڪر ۽ فڪر، ذوق ۽ شوق حضرت جن جي تو شرڪان
سواءِ بي خانڌي آهن خوارق عادات ڪرامتون رياضتن جي
ڪري ٿين ٿيون (يعني جي ڪري خلق جي رجوعات وڌي ٿي مگر
معرفت الاهيءَ سان انهن جو ڪو تعلق ڪونهي-

حضرت عبدالله ابن المبارڪ رضي الله عنه فرمايو آهي
ته جيڪو شخص آداب ۾ سستي ڪندو تنهن کي اها سزا ملي ٿي جو هو
سنتن کان محروم رهجي ٿو وڃي ۽ جيڪو شخص سنتن ۾ سستي ڪندو
تنهن کي فرض کان محروم رهڻ جي سزا ڏني وڃي ٿي ۽ جيڪو فرض جي
ادائگيءَ ۾ سستي ڪندو تنهن کي معرفت کان محروم رهڻ جي سزا ڏني وڃي
ٿي انهيءَ جي ڪري حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته گناهه
ڪفر جا قاصد آهن-

سلطان الوقت شيخ ابو سعيد ابوالخير رضي الله عنه
کي ٻڌايائون ته فلاڻو ماڻهو درياهه تان هليو ٿو وڃي چيائين ته اها
ڳالهه سولي آهي جيڪي يا ٻيو ڪو ٻگلي پاڻيءَ تان اڏامي ويندو آهي
وري چيائون ته ٻيو هڪڙو ماڻهو آهي جو هوا ۾ اڏامندو آهي جواب
ڏنائين ته سرڪ ۽ مکي به هوا ۾ اڏامندي آهي وري چيائون ته ٽيون
هڪڙو شخص آهي جو هڪڙيءَ گهڙيءَ ۾ هڪڙي شهر کان ٻئي شهر تائين
ويندو آهي فرمايائين ته شيطان به هڪڙي ساعت ۾ مشرق کان مغرب
تائين وڃي ٿو اهي سڀ ڳالهيون جيڪي اوهين ڪريو ٿا انهن جي ڪا
ڪا قدر قيمت نه آهي مرد اهو آهي جو ماڻهن سان اٿي ويهي

ڏينهن ونڊ ڪري شادي ڪري پاڻ پنهنجي سان گذاري ۽ ماڻهن سان
تعلقات رکي ليڪن هر گهڙي ساعت ۾ الله تعالیٰ کان غافل نه رهي -

قدوة اهل الله حضرت ابو علي رودباري رضي الله عنه
کان پڇيائون جيڪو شخص راڳ رباب ٻڌي ٿو ڪيل ۽ تماشو ڏسي
ٿو ۽ چوندو آهي ته مون جي لاءِ اهي حرام شيون حلال آهن جو مان اهڙي درجي
تي پهتو آهيان جو مون تي اختلاف احوال جو ڪو اثر ڪونه ٿو ٿئي جواب
۾ فرمايائون ته هائو تحقيق اهو شخص پهتو آهي مگر جهنم تي -

حضرت ابو سليمان دوراني رضي الله عنه فرمائي ٿو
ته گهڻو ڪري منهنجي دل ۾ بزرگن جي نڪتن مان ڪو نڪتو ڪٿرا ڏهين
اثر ڪندو آهي پر جيستائين ٻه عادل شاهد ان باري ۾ مون کي نه ملندا
آهن مان هرگز اهو نڪتو قبول نه ڪندو آهيان - اهي ٻه شاهد
قرآن ۽ سنت آهن -

حديث شريف - بدعتي ماڻهو دوزخ جا ڪتا آهن

حديث شريف - جيڪو شخص بدعت تي عمل ڪري ٿو ته ان
جو عبادت ۾ شيطان سنگتي ٿئي ٿو ۽ ان تي اجايو رنج راڄ ڪري ٿو يعني
ان تي غالب ڪري ڇڏي ٿو -

حديث شريف الله تعالیٰ بدعتي ماڻهن جا روزا - نمازون
صدقا - حج - عمرا - جهاد - فرض - نفل قبول نه ٿو ڪري ايتري
قدر تائين جو هو ٻچا ٿي ۽ اسلام کان اهڙي طرح نڪري وڃن جيئن ڳوهيل
اٽي مان وار نڪري وڃي ٿو -

حضرت شيخ علي ابن ابي بکر رضي الله عنه مناهج الهدايه
۾ فرمائي ٿو ته تحقيق سان جاڻ گهرجي ۽ سچائي سان تسليم ڪرڻ گهرجي -

ته هر هڪ انسان جو حسن ۽ ڪمال زينت ۽ جمال حضور اڪرم
رحمت عالم صلي الله عليه وسلم جن جي پوري پوري پيروي ۽ فرمان
برداري ۾ مضمر آهي اهڙي طرح جو ظاهر ۽ باطن ۾ اصول ۽
فروع ۾ فقر ۽ پروش ۾ عملن ۾ عادتن ۾ اخلاق ۽ عبادتن ۾
مطلب ته سڀني ڪمن ۾ ڪامل پيروي ڪئي وڃي جو ته سڀني سعادتن
۽ ڀلائين جو مدار سنت جي پيروي ۾ آهي تنهن جي صورت هي آهي
ته جن ڪمن جو اسان کي امر ٿيل آهي تن کي اخلاص سان بجا آڻيون
۽ جن ڳالهين کان اسين روڪيا ويا آهيون تن کان اسين خوف
جو مظاهرو ڪندي پاسو رهون - ۽ اهي ڪي ويجها نه وڃون - ۽ پنهنجي
پوري زندگي حضرتن جن جي نقش قدم تي گذاريون اٿڻ، ويهڻ ۾
هلڻ ڦرڻ ۾ حرڪات و سڪنات ۾ سوچ ۽ سمجهه ۾ مطلب ته
پوري زندگيءَ ۾ ڪامل پيروي ڪيون تان جو نفس جي سرڪشي
گهٽجي کي شرافت جو انداز چڙهي ۽ قلب ۾ حقيقت جا نور تجلو
ڪن اها حالت تڏهن پيدا ٿيندي جڏهن سنت جي قانون سان
قلب تي پيل غفلتن جا ميڪي ڪٽ چڙهيل آهن سي لاهجن ۽ ذڪر
۽ فڪر سان . تلاوت ۾ معرفت سان ۽ سٺن اخلاقن سان قلب کي
منور ڪجي ۽ قلب جي اهڙي تربيت ڪجي جو عضون جون سڀ حرڪتون
۽ عمل اعتدال تي اچي وڃن ۽ ان تي برابر هميشه هيبت جو غلبو
رهي جنهن جي ڪري قلب ۾ حقائق جي قبوليت جو مادو پيدا ٿيندو
۽ قلب ۾ اها صلاحيت ظاهر ٿيندي جو ان ۾ الله جي معرفت جا
انوار جلوه گر ٿين ۽ سلوڪ و طريقت جا نتيجا اهڙا ۽ سڀني نمونن ذوق
۾ اچن —

نصيحت :- جيڪڏهن ڪو ڳالهه جو حڪم ڏئي پوءِ ته پڪيءَ ان جي ميٺاڄ
جي ڪوشش ڪجي ۽ ان جو تدارڪ ڪجي جنهن جي واٽ اها آهي ته سچي
دل سان توبه استغفار ڪجي گناه جيڪڏهن ڳجهو آهي ته ان جي توبه
ڳجهه ڪجي ۽ گناه جيڪڏهن ظاهر ظهور ڪيل آهي ته ان جي توبه ظاهر
هجڻ گهرجي ۽ توبه ۾ ڍِر نه ڪجي وقت تائين نه ترسائجي منقول آهي ته
ڪراماً ڪاتبين ٽن ساعتن تائين گناه جي لکڻ ۾ ترسندا آهن ان وقت
اندر جيڪڏهن گنهگار توبه ڪئي ته پوءِ اهو گناه نه ٿا لکن ليڪن جيڪڏهن
توبه نه ڪيائين ته پوءِ اعمالنامه جي دفتر ۾ لکي ڇڏيندا آهن

حضرت جعفر صادق رضي الله عنه فرمائي ٿو ته جيڪو
گناه توکان سرزد ٿيو آهي ان جي توبه ۾ غفلت ڪري رهيو آهين اها غفلت
ان گناه کان وڌيڪ ڏوهه آهي جو توکان سرزد ٿي رهيو آهي ايتري قدر جو توبه
ڪرڻ جي توفيق جيڪڏهن نصيب نه ٿئي ته پوءِ جلد کان جلد حق کان اها
توفيق گهُرجي ته توبه ضرور ڪجي ۽ ايتري عرصي تائين توبه کي نه ترسائجي جو
سڪرات جو وقت اچي وڃي - جنهن وقت جي ڪنهن کي خبر ناهي (از مترجم)

(حاشيه مطلب ترجمي طرفان هن ڪتاب جي مصنف حضرت خواجه محمد معصوم
قدس سره شريعت جي اهميت ۽ سنت جي پيروي جي باري ۾ جيتري قدر تاڪيد
ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ طريقت جي جن اڪابرن ۽ بزرگن جا قول نقل ڪيا
آهن تن مان پوري طرح روشن ۽ واضح آهي ته اڪابر طريقت شريعت کي ڪو
به ڪيترو نه خيال رکيو آهي ۽ حقيقت به اها آهي ته سنت جي پيروي ۽ بدعت
جي پرهيز تي ئي اهل طريقت جو بنياد رکيو آهي ليڪن افسوس ته اڄ ڪلهه
تصوف ۽ طريقت کان بعضي ناواقف ماڻهن اها ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي
ته شريعت ۽ طريقت هڪ ٻئي جي ضد آهن جنهن ڪري ۽ هو بعض جاهل صوفين

جاهوالا ڪين تا جن جو تصوف ۾ ڪو مقام ڪونه آهي حالانڪ حقيقت سراسر ان جي برخلاف آهي ۽ حقيقت اها آهي جنهن جو هڪ جيد القدر امام حضرت امام مالڪ رضي الله عنه اظهار ڪيو آهي

مَنْ تَفَقَّهَ وَلَمْ يَتَصَوَّفْ فَقَدْ تَفَسَّقَ وَمَنْ تَصَوَّفَ وَلَمْ يَتَفَقَّهْ فَقَدْ تَزَنْدَقَ وَمَنْ جَمَعَ بَيْنَهُمَا فَقَدْ تَحَقَّقَ معنيٰ جنهن شخص علم فقه حاصل ڪيو پر تصوف حاصل نه ڪيو سو فاسق ٿيو ۽ جنهن تصوف ته حاصل ڪيو پر علم حاصل نه ڪيو سو زنديق ٿيو ۽ جنهن ٻنهي کي جمع ڪيو سو محقق ٿيو (ان متن جم مجددي صفحه ١٢)

حديث شريف الله تعاليٰ رات جو ڏينهن جو هٿ ڊگهيري ٿو ۽ رات جو گنهگار جي توبه قبول ڪري ٿو،

لصنعيت پرهيزگاري ۽ تقويٰ تي سدائين قائم رهجي، ۽ منهيات (جن ڪمن کان اسان کي روڪيو ويو آهي) ۽ مشتبهات (جن شين ۾ شڪ آهي) جي دائره ۾ ڪنهن به قدم نه رکجي جو هن وات ۾ منهيات کان پاڻ تي روڪڻ ۽ اوامر جي پابندي ۽ تعميل کان وڌيڪ فائدي مند ۽ ترقي بخش آهي-

حضرت جنيد فرمائي ٿو ته چڱا عمل ته چڱا مُناسب ڪن ٿا پر برائي ۽ گناهه کان پاڻ کي روڪڻ اهو ڪم صديقين جو آهي.

حضرت معروف ڪرخي رحه فرمايو آهي ته پنهنجي اکين کي محرمات جي ڏسڻ کان ايتري قدر روڪيو جو اوهان جي نظر ڪنهن ٻڪري جي اکڙي تي به نه پوي

حديث شريف - سيا ڳي الله تعاليٰ جي حضور ۾ وهڻ جو انهن کي شرف حاصل ٿيندو جيڪي دنيا ۾ زهد ۽ پرهيزگار رهيا جا

صاحب هونا. حديث شريف ۾ آهي ته پرهيزگار ماڻهوءَ جون ٻه رڪعتون،
گند وجهندڙ ماڻهوءَ جي هزار رڪعتن کان وڌيڪ افضل آهن،

حديث شريف - پرهيزگار ماڻهوءَ جي پويان نماز مقبول
آهي ڇو ته هن کي هديه ڏيڻ به مقبول آهي ۽ ان جي صحبت ۾ ويهڻ عبادت آهي
۽ ان سان گفتگو ڪرڻ صدقو آهي -

نصيحت - جڏهن گناهه تي دل پوري طرح نه هجي سا ڄاڻي
ڏجي ۽ ان تي اڳرائي نه ڪجي ۽ نفس جي خواهش جي پويان نه هلجي ڪنهن
به ڪم لاءِ اهو خطرو ٿئي ته هي ڪم ڪجي يا نه ڪجي تنهن جي لاءِ پنهنجي
ضمير ۽ قلب کي مفتي بڻائجي ۽ نه نفس کي

حديث شريف - نيڪي اها شيءِ آهي جنهن جي ڪري
نفس پڻ سانجهو وڃي ٿو ۽ قلب کي اطمينان ۽ تسلي نصيب ٿئي ٿي ليڪن
گناهه جيڪي نفس کي آرام ڏيندي ٿو پر قلبي تسلي ۽ اطمينان نه ٿو ٿئي
ڀلي مفتي توکي ڪيترو ڪجهه به فتويٰ ڏين،

حديث شريف ۾ آهي ته حلال به ظاهر آهي ۽ حرام
به ظاهر آهي پر جنهن به شيءِ ۾ يا جنهن به ڪم ۾ شڪ هجي ته توکي
شڪ شبهو پئي ته ڇڏي ڏي ۽ اهو ان سوا اختيار ڪر جنهن ۾ ڪو شڪ
شبهو نه هجي هن حديث شريف مان اهل حقيقت پرکندا آهن ته جنهن ڪم
۾ شڪ هجي ۽ دل نه هجي ته اهو ڪم نه ڪجي ۽ جنهن ڪم ۾ شڪ نه هجي
تنهن جو اختيار ڏنل آهي،

حديث شريف - حلال اهي شيون آهن جن کي الله تعاليٰ
پنهنجي ڪتاب ۾ به حلال ڪيو آهي ۽ جن جي بيان کان ڪتاب الله
خاموش آهي تن جي اجازت ڏنل نه آهي پر هڪڙي نشاني اها آهي

صحبتن جي عيب اها صحبتن جي سڃاڻي ٿي ته جي ڪم ڪبي يا نه ڪجي
ساهي آهي ته جيڪو مومن ڪنهن اهڙي شبهي واري ڳالهه ۾ مبتلا
ٿئي صحبتن ۾ اها پريشاني هجي ته هي ڪم ڪجي يا نه ڪجي ته پوءِ
پنهنجو هٿ سيني يا دل تي رکي جيڪڏهن قلب ۾ آرام ۽ تسلي
محسوس ٿئي ته اهو ڪم ڀلي ڪجي پر جيڪڏهن قلب ۾ اضطراب
۽ پريشاني محسوس ٿئي ته اهو ڪم نه ڪجي -

حديث شريف - انهن جو وجود جو پاڻ توکي فتويٰ
ڏئي انهن جي صورت اها آهي ته پنهنجو هٿ پنهنجي دل تي رکي
جو ته حلال جي صورت ۾ قلب آرام ۾ رهي ٿو ۽ حرام جي صورت ۾
مضطرب - پوءِ اها ڳالهه ڇڏي ڏي جيڪا توکي شڪ ۾ مبتلا ڪري
۽ اهو ڪم ڪر جنهن ۾ توکي ڪو به شڪ شبهو نه هجي جيتوڻيڪ
مفتين توکي فتوا ڏني هجي ۽ سچو مومن اهو آهي جو نيڪين
ڳالهين کي اهڙي ڪري ڇڏي ته ته ڪنهن وڏي ڳالهه ۾ نه
پوان ٻي روايت ۾ هي الفاظ آهن ته پنهنجو هٿ پنهنجي دل تي رکي
جو ته جائز ڪم جي صورت ۾ دل آرام ۾ رهي ٿي حديث بي بيان ڪيو
النصيحت - نيڪين جي طاعتن ۽ عبادتن کان پس گمان
هجي ۽ عبادتن جي حق ادائيءَ کان پاڻ کي سڀني کان قصوروار
سمجهڻ جهڙي

حضرت ابو محمد بن منازل قدس سره فرمايو آهي
ته الله تعالى عبادتن جا گهڻا قسم بيان ڪيا آهن جيئن ته فرمائي ٿو
اَلصّٰبِرِيْنَ وَالصّٰدِقِيْنَ وَالْقٰنِتِيْنَ وَالْمُنْفِقِيْنَ وَالْمُسْتَغْفِرِيْنَ
بِالْاَسْحَارِ معنا صبر ڪندڙ، سچا فرمان بردار الله جي راهه ۾ خرچ

ڪندڙ ۽ صبح جي وقت استغفار ڪندڙ. ان آيہ ڪريمہ ۾ الله تعالیٰ سيني مقامات کان پوءِ استغفار جي مقام جو ذڪر ڪيو آهي ان جي ڪري تہ پاڻ پنهنجن سيني حالتن ۾ ۽ پنهنجن سيني عملن ۾ پاڻ کي قصوردار سمجهي ۽ انهي کان استغفار ڪندو رهي،

حضرت جعفر بن سنان رحمہ فرمائي ٿو تہ پنهنجي طاعتن ۽ عبادتن جي ڪري جيڪي عبادت گذار ۽ فرمان بردار ماڻهو گنهگارن تي تڪبر ڪندا آهن سو گنهگارن جي گناهہ کان وڌيڪ بڇڙو آهي ۽ ان جو نقصان انهن کي وڌيڪ پهچي ٿو

حضرت مرتعش رحمہ کي ڪنهن ڏهي ۾ جامع مسجد کان ٻاهر ڏسي ماڻهن پڇيو تہ اوهين مسجد کان ٻاهر ڇو نڪتا آهيو چيائين تہ هتي قاري جو حضرات مشاهر و جيم ۽ ڏٺم تہ ڪنهن بہ طرح نہ پنهنجي طاعتن تي ناز ڪري رهيا آهن تنهن ڪري مسجد کي ڇڏي ڏنو

هل ايت. پنهنجي عمر گذاري ۽ پنهنجي ٻارن ٻچن جي سنڀال لاءِ جيڪي ڪسب ۽ دنو جي جنس واپار ڪيتي يا پوکي ڪم ان لاءِ ڪا بہ روڪ نہ آهي بلڪ اها ڀلي ۽ مستحسن صورت آهي جو آئين بہ ۽ صالح ٻاهن جو اهي دنيا ۾ رهيو آهي ۽ ڪسب جي فضيلت ۾ گهڻيون حديثون آيل آهن پر جيڪو هن کي خالص توڪل جي مقام ۾ رهڻ چاهي ٿو تہ اهو بہ ٺيڪ آهي ليڪن شرط هي آهي تہ ان صورت ۾ ڪنهن بہ شخص تاهين طمع يا لالچ نہ رکي -

حضرت سهل بن عبدالله کان ڪنهن شخص پڇيو تہ انسان کي ڪسب جو اسي ٿيل آهي يا توڪل جو؟ چيائين تہ توڪل حضور اکرم صلي الله عليہ وسلم جو حال آهي ۽ ڪسب سندن سنت آهي ۽ ڪسب جي سنت تي اهي ماڻهن

کي عمل کرڻ گهرجي ته آهي جيڪي توڪل جي حال تي عمل ڪرڻ کان
ضعيف هجن ۽ ڪمال جي درجي کان نڪري ويل هجن جيڪو حضرت جنيد
حال آهي پر جنهن شخص کي اهڙي توڪل جي طاقت هجي تنهن کي
ڪسب مباح نه آهي مگر اهڙو ڪسب جنهن سان ٻين جي توڪل ۾
مدد ڪري نه اهو ڪسب جنهن تي ڀروسو ڪجي ۽ اهو شخص توڪل جي
اهڙي عالي مقام تي پهچي نٿو سگهي نه ته ٻيو ڪجهه جيڪو حضرت جنيد جو
حال آهي ان لاءِ معاش جي طلب ضروري آهي ۽ ان کي ڪسب ڪرڻ
گهرجي ته ڇاڪاڻ ته جيڪي حضرت جنيد جي حال جي درجي کي نه ٿو
پهچي سگهي ته سنت جي درجي کان ڪري ويل نه هجي
حضرت ابو محمد بن منازل رحه فرمائي ٿو ته ڪسب
سان گڏ جيڪڏهن توڪل به آهي ته اها صورت عالي آهي ڇاڪاڻ ته ان جي
جو توڪل سان ڪسب نه هجي.
نصيحت - طعام جي کائڻ ۾ اعتدال جي رعايت
رکجي ايترو به نه کائجي جو طاعت ۾ سستي پيدا ٿئي ۽ عبادتن جو چاهه
گهٽجي وڃي ۽ ايترو گهٽ به نه کائجي جو ذڪر فڪر ۽ طاعتن کان
ماٺ ٿو رهجي وڃي
حضرت خواجه نقشبند قدس سره فرمايو آهي ته کاڌا
جي سٺا کائو پر ڪم سٺو ڪريو حاصل هي ته مدار سارو طاعت تي آهي
اهڙو کاڌو جو طاعتن کي مدد پهچائي ته سو تمام مبارڪ ۽ محمود آهي
۽ اهو کاڌو جنهن کائڻ ۾ خلل پيدا ڪري ته سو ممنوع آهي
نصيحت - پنهنجي سڀني عملن ۽ ڪمن جي لاءِ اهو
نيتو امل رکجي ته نيت جي درستي کان سواءِ ڪو به ڪم نه ڪندس،

نه نماز آهي نه روزا، پنهنجي راتين جو جاڳڻ آهي ته ٻيو ڳجها لوازم آهن جيڪي هر حال ۾ بجا آڻڻا آهن درويشي هي آهي ته ڪنهن ڪان به مانجنيده نه ٿئي اهو مقام ۾ رهجو جيڪڏهن حاصل ٿيو ته پوءِ سمجهو ته واصل آهين

حضرت محمد بن سالم رحمه خلق ۾ اولياء الله جي سڃاڻپ نشانن سان ڏسيا ٿي سگهجي ٿو جيڪي ته زبان جي مٺاڄ ٻيو خلق ۽ خنده روئي، ٽيون سدي ۽ سخاوت، چوٿون ڪان وقت بوقت منهن نه موڙڻ، پنجون شخص هنن ۾ ٻيٺ ڪري معافي وٺي تهن جو عذر قبول ڪري، ڇهون ۾ منن تي، ستون ۾ ٻرن تي شفقت ۽ مهرباني بلڪ ساري مخلوق تي رحم ۽ دلسوزي اهي اولياء الله جي ڇا ڇا نشانيون آهن

حضرت ابو عبدالله احمد محمد مقري رحمه فرمائي ٿو ته جيڪي ماڻهو ڪان نفرت هجي ۽ انهن هجي ته هن جي صحبتي خلق سان ٻيٺ اچڻ ۾ جنهن لاءِ ڪراهت هجي تهن تي سخاوت ڪرڻ ۾ جنهن ڪان دل ۾ نفرت هجي تهن سان ڏسجي لهونه سان صحبت بناهڻ جوانمردي اها آهي -

نصيحت - گفتگو ۾ هي اهو خيال رکجي ته اجايو ياڪو نه ڳالهائجي ۽ گهٽي ننڊ ۽ گهٽي ٻيل ڪان پرهيز ڪجي جو اهي عادتون ئي ڪري دل مري ٿي وڃي - سڀئي ڳالهيون ۾ پاڻ کي الله تعالى جي حوالي ڪجي تون پاڻ کي الله تعالى جي حرمت ۾ محبت ۾ هلاڪ ڪر - ته جيئن جي ڪنهن جي تربيت ۽ فڪر ڪان توکي فراغت ملي

سيد الطائفه حضرت شيخ جنيد بغدادي رحمه

فرمائي ٿو ته دنيا جي هر هڪ حاجت جي ڪاميابي ان جي ترڪ ۾ آهي ۽ حقيقت ۾ آهي ته حضرت جنيد رحمه عشرين ڳالهه ڪئي آهي، تو پنهن جي دل جمعن هڪڙي سان لڳائي ته هو ڪارساز ان خود تنهن جي سڀني مشڪلاتن کي آسان ڪندو -

حديث شريف جيڪو شخص سڀ فڪر ڇڏي ڏئي هڪڙي فڪر جي پويان لڳندو ته الله تعالى ان جي دنيا ۽ آخرت جي سڀني فڪرن لاءِ ڪافي ٿيندو ۽ سڀڪجهه پورا ڪري ڏيندو ان صورت ۾ الله تعالى ٻنهي جي ٻانهن کي تو تي مهربان ڪندو جو اهي تنهن جي ڪمن جي سرانجامي لاءِ ڪم ڪرڻ ٻيهندا -

حضرت يحيٰى معاذ رازي قدس سره فرمائي ٿو ته جيتري قدر تون الله تعالى سان محبت رکندين مخلوق به اوتري ئي تو سان محبت رکندي ۽ جيتري قدر الله جو خوف تنهن جي دل ۾ هوندو خلق به تو کان ڊڄندو ۽ جيتري قدر تون الله تعالى سان مشغول رهندين ماڻهو به اوتري قدر تنهنجي ڪم ۾ مشغول ٿيندا آهي ۽ سندن فرمودو آهي ته جنهن شخص کي الله تعالى جي حرمت ڪرڻ سان خوشي ٿئي ٿي ته پوءِ دنيا جي به هر هڪ شئي ان جي حرمت ڪرڻ سان خوش ٿئي ٿي ۽ جنهن جون اکيون الله جي محبت سان ٺريون ٿيون ته پوءِ هر هڪ شئي کي اکين جو ٺارڻ تڏهن حاصل ٿئي ٿو جڏهن اهڙي شخص تي نظر ڪري ٿي -

ساري گفتگوءَ جو خلاصو هي آهي ته اول باش والا مباش معني دان جو ٿيءُ ته ٿي ؟

اي عزيز ياد ڪر پنهنجي نفس جي تربيت ۾ وقت نه وڃاءِ ۽ الله تعالى جي فضل کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي اعتماد ۽ ڀروسو نه ڪر

۽ وجود ۾ مضطرب ۽ پريشان -

حضرت ابو سعيد اعرابي رحه کان پڇيو ويو ته فقيرن جا اخلاق ڪهڙا ٿيندا آهن چيائين ته عدم جي حالت ۾ سڪون ۽ وجود جي حالت ۾ اضطراب، غمن سان وندر ۽ خوشي کان وحشت ۽ ڪنهن به حالت ۾ پريشان ۽ مذبذب نه ٿجي -

نصيحت - ماڻهن جي عيبن تي نظر نه رکجي بلڪ صرف پنهنجا عيب نظر ۾ رکجن ۽ پاڻ کي ڪنهن به مسلمان کان ڀلو ڪري نه ڄاڻجي بلڪ سڀني کي پاڻ کان افضل ڪري سمجهجي -

حضرت سري سقطي رحمة الله عليه فرمايو آهي ته مون کي ڪنهن به شخص تي فضيلت نه آهي تنهن تي ماڻهن کين چيو ته ڇا؟ ڪرڙن تي به اوهان کي فضيلت نه آهي؟ پاڻ فرمايائين ته نه! هر هڪ مسلمان لاءِ دل ۾ اهو خيال رکڻ گهرجي ته منهنجي مشڪلاتن تي انهن جي توجه جي برڪت ۽ دعا سان ٿي سگهي ٿي ۽ مقدارن جو پاڻ کي قيد ڪري ڄاڻجي

حديث شريف - مقدار جي لاءِ مومن قيدي آهي

نصيحت - آئين بزرگن جي سيرت هميشه نظر ۾ رکجي غريبن، مسڪينن ۽ فقيرن جي صحبت ۾ وڌيڪ رهجي ۽ ڪنهن جي به گلا غيبت نه ڪجي بلڪ حتى الامڪان غيبت ڪندڙ کي روڪجي امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر دوستن کي جوڙجي ۽ برائي کان روڪجي ڪي پنهنجي طبعي خصلت بنائجي ۽ ان ٻارن ۾ هرگز سستي نه ڪجي الله تعالى جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جو سدائين چاهه رکجي ۽ مسڪينن جي ڪري ٿي خوش ٿجي برائي جي ڪرڻ کان تمام دور رهجي -

حضرت محمد بن عليان قدس سرہ کان پڇيائون

تہ باطني ڪي الله تعاليٰ جي راضپي هئڻ جي نشاني ڪهڙي آهي جيائين

تہ طاعت ۾ نشاط ۽ خوشي معصيت ۾ ڪراهت ۽ ناخوشي۔

حديث شريف۔ جنهن کي برائي کان بچڻ اچي

۽ ڀلائي تي خوش ٿئي سو مومن آهي ۽ اهو هوند کان ڊڄي

تنگ دستي ۽ بخيلي نہ ڪبي۔

قرآن شريف ۾ آهي تہ شيطان اوهان کي سچائي کان

ڊيڄاريندو ۽ برائي جو امر ڪندو گذران جي تنگيءَ جي ڪري ٻڌ

بار نہ رهجي ۽ عيش جو وقت آيتي اچڻو آهي۔

حديث شريف۔ حضرت جن فرمايئن تہ يا الله

عيش تہ بيشڪ آخرت جو عيش آهي هتي جي تنگيءَ جو نتيجو

تہ آخرت جي ڪشادگي ۽ سک آهي۔

حديث شريف۔ جنهن شخص جو رزق تنگ آهي

۽ عيال ان جو گهڻو آهي ۽ نماز سڀ گهڻو ڪندي پڙهي تہ۔ مسلمانن

جي گلا نہ ڪري تہ قيامت ۾ هو مون سان

اهڙي طرح گڏ هوندو جيئن ٻہ آڱريون گڏ آهن۔

حديث شريف۔ ان ماڻهوءَ کي مبارڪون هجن جيڪو رات

جو حاجي ۽ هوندي تہ ۽ صبح جو غازي ٿي اٿي تہ هي اهو ماڻهو آهي

جنهن جو حال ماڻهن کان لڪل آهي، عيال دار ۽ پرهيزگار آهي

دنيا جي ٿوري شيءِ تي قناعت ڪري تہ پيهن جن بار ڇڏيون دنيا

ڪلندڙ اچي تہ ۽ ڪلندڙ نڪري وڃي تہ

حديث شريف۔ مون کي ان ذات اقدس جو قسم آهي

جنهن جي قبضهٔ قدرت ۾ منهنجي جان آهي ته مٿيون شخص حاجي
به آهي ۽ غازي به آهي ـ

نصيحت ـ فقراء ۽ ديني ڀائرن جي حرمت کان
پاڻ کي اهڙيءَ طرح بچائجي ۽ حتي الامڪان دل و جان سان عزت ڪندو رهجي

حضرت جعفر خالدي رحمة الله عليه فرمايو آهي ته جوان
مرد ۽ آزاد ماڻهن جي ڪوشش پنهنجي ڀائرن لاءِ هوندي آهي ۽ پنهنجي نفس لاءِ نه هوندي آهي ۔

حضرت ابو عبدالله خفيف رحمة الله عليه چوي ٿو ته منهنجي
دوستن مان هڪ دوست اچي مهمان ٿيو اتفاقًا ان کي پيٽ جي تڪليف
ٿي پئي ۽ مون ان جي خدمت پاڻ تي رکي ۽ ٻي گهور ڪندو رهيس ساري رات
ڪونه اوگهاڻو آئي رکندو هوس ۽ وري کڻي ويندو هوس هڪڙي پيري
مون کي جهوٽو اچي ويو تڏهن ان هن ڪاوڙ جي مون کي چيو ته تو تي لعنت
هجي ڇا سمهي رهيو آهين؟ مون کان ماڻهن پڇيو ته ان وقت تنهنجي
نفس جي ڪهڙي حالت هئي مون چيو ته الحمد لله مون کي چيو اٿس ته
الله تعالىٰ جي تو تي رحمت هجي ـ

نصيحت ـ جنهن حال جا درهجي ٿي ماڻهو نه هجو هجي
سو بنا ڪنهن لاڳاپي ان جي متعلق گفتگو نه ڪجي ـ

ابو عمر بن حاجي رحمة الله عليه فرمايو آهي
ته جيڪو شخص اهڙي حال جو احوال ڪري رهيو آهي جو ان کي هٿ
نه آهي ته پوءِ ٻڌندڙن لاءِ ان جو ڪلام فتنو آهي ۽ خود ان جي دل ۾
ان جي ڪري دعوا جنهن پيدا ٿيندو جنهن جي ڪري ان درجي ۽ حال
کي پاڻ وٽ نه پهچي سگهندو ـ

نصيحت - بزرگن ۽ صوفين جي خدمت تمام ادب سان ڪجي
ته انهن جي فيض و برڪت جو حصو ملي. چوندا آهن ته الطريق
كُلُّها اَدَبٌ طريقت سموري آداب آهي - هي ۽ اوهان ٻڌو هوندو
ته ڪو به بي ادب الله تعاليٰ کي نه وڻندو آهي دل ۾ هي خيال آهي ته هن
جماعت عاليه جا آداب ٻئي فصل ۾ جدا لکجن -

اسان جي حضرت قدسنا الله سره الاقدس (امام رباني مجدد الف ثاني)
هن باري ۾ هڪڙو رسالو لکيو آهي جنهن ۾ پير ۽ مرشد جي
ضروري آداب جو بيان ڪيو اٿن اهو رسالو ملي ته ان جو مطالعو ڪجي
حاصل هي آهي ته بالڪل پاڻ کي هٿن ۾ نابود ڪري
بزرگن جي حضرت ۾ حاضر ٿجي جيڪڏهن نه ته پوءِ انهن بزرگن
جي صحبت جي سڌ پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏجي پوءِ ته ان
صورت ۾ فائدو ته بجاءِ خود رهيو نقصان پهچڻ جو انديشو زياده آهي

حضرت ابوبڪر بن سعدان رحمه فرمايو آهي ته جيڪو
شخص صوفين جي صحبت ۾ رهڻ چاهي تنهن کي گهرجي ته پنهنجي
نفس، پنهنجي دل، پنهنجي ملڪ جو خيال ۽ سانگو لاهي پوءِ
انهن جي صحبت ۾ رهي ايتري قدر جو پنهنجي ملڪ جي شيءِ
تي جيڪڏهن نظر وجهي ٿي ته سمجهو ڪري اها مقصود تي پهچڻ
کان جهلو وجهي ٿي -

تمت كلام بالخير والسلام

وكان الفراغ من هذه الكلام بالبيهكيم حافظ حاجي بشير احمد ابڙو
13.5.82

متعلق مترجمه محموديه رساله ڪتاب جي ڪ

من جانب حڪيم حافظ بشير احمد

حضرت فيض درجت سايہ خواجه محمد معصوم فرزند اول حضرة خزينة الرحمة
امام رباني مجدد الف ثاني قدس سرهما هيا جن جي ذات با برڪات ڪنهن تعريف
جي محتاج نہ آهي - جنهن کي بارانهن ۾ مسجد جي جماعتن جون دونهن ۾
جمعتن جون جيتون جدا ڪندو هو. جنهن جي دسترخوان تي مسند نشيني
۾ ه هزار مهمان مڪلف طعام کائيندا هيا. جنهن جو اورنگزيب عالمگير مغل
حڪمران خليفو هو تن ٻنهن جي ڪتاب حسنات الحرمين في ياقوت احمر ۾
آنحضرت صلى الله عليه وسلم طرفان عنايات جي غايات جو تذڪرو فرمايو آهي سندن
مڪتوبن ملفوظن جي معلومات لاءِ اهو ڪتاب مطالعي جي تہ ڪافي آهي -
هن ڪتاب ۾ سالڪ لاءِ منازل طئي ڪرڻ جون واٽون جيڪي ارشاد فرمايون
اٿن اهي مايہ ناز آهن بالخصوص عبادات ۽ طاعات جي ادائگي لاءِ حديث
پاڪ جي تحقيق سان جيڪا ترغيب ارشاد فرمائي اٿن اها نہ رڳو هدايت
جو سامان آهي بلڪ احاديث صحيح جو ثبوت ۽ سراڪثر اهڙيون حديثون
جن ۾ مومن مسلمان لاءِ بي حساب ڀلائين ۽ مختصر عملن تي. تي تمام
برڪتن جا تذڪره ڪيل آهن تن کي سيني ۾ صحيح مجرب لاءِ حضرت خواجه
صاحب جن جي تحقيق ڪان ڪم ورتو آهي ۽ الي جو حديث ۾ فقط هڪ
لفظ جي روايت ۾ اختلاف ٿيو اٿن مثلاً ڪنهن حديث ۾ هڪڙي دعاليت
آهي تہ باطور ٻنهن جي چائي ٿي هٿ رکي تہ ٻي روايت ۾ آهي ٻنهن جي
دل تي هٿ رکي تہ اهڙن لفظن کي جدا جدا لکيو اٿن ذڪر فڪر درود التعوذ
جي ورد ڪرڻ جون وقتن پلائون لکيون اٿن بالخصوص صبح وشام
۽ نفل - سڀ آڪ جي وقت تي ماثوره دعائون حضرت جن کان ثبوت

مليل سان دين جي ڪري حقائق جو مقام آسمان تي پهچايو
اٿن. هڪڙي حديث ۾ دعا ۾ اسم اعظم ظاهر ڪيو اٿن جيڪو نمبر ٩٣
تي درج آهي عوام توڙي خواص انهي نالي پٺيان سرگردان آهن
ليڪن حضرت صاحبن ته سهل الحصول ڪري ڇڏيو آهي فقط عامل جي
عمل جي ضرورت آهي ٢٤ ڪلاڪن جي سڀ اوقات جا قانون
شريعت پاڪ جي پابندي ۽ سنت رسول صلي الله عليه وسلم جي تابعداري
تي جيڪو حضرت جن زور ڏنو آهي اهو حق ۽ باطل کي اظهر من
الشمس ڪري بيٺو آهي -

ڪيترائي ته صوفي - بزرگ، ولي الله پنهنجي ڪرامات ۽ خوارق
عادات ظاهري ڪري پير فقير هجڻ جي دعوا ڪري ٿا پر جيڪڏهن
شريعت جي پابندي ۽ سنت جي تابعداري نه آهي ته اهو ڪوڙو آهي
انهن جون اهي سڀ ڪرامتون - جوڳين ۽ برهمڻن جي رياضتن مثل
مترادف آهن - ولايت ۽ معرفت فقط سردار انبيا صلي الله عليه
وسلم جي هر قول ۽ فعل اخلاق ۽ اعمال جي تابعداري ۾ آهي
بس نيڪي وڃي کوٽي ظاهر ٿي پئي اڄ ته هزار پير ٿا
ڏسجن جيڪي نالي ۾ وڏا ۽ ڪم ويران پيا پاڻ ڀانئجن -

سنت جا تابعدار ۽ عاشق رسالت ۽ توحيد سڀئي مون ڏٺا سي
هيا حضرت خواجه محمد معصوم سائين جي اولاد مان حضرت خواجه محمد حسن جان
۽ انهن جا ٻئي فرزند جن ۾ هڪڙو مرحوم حافظ محمد هاشم جان پهريو
جيڪو هن ڪتاب جو مترجم آهي باقي ٻيا سڀ اجايا دعويدار ڏٺم
بهرحال اهو ڪتاب موتين جي ڪان آهي ڪنهن کي موقعو ملي
ته عمل جي ڪوشش سان هٿ ڪري ضايع ڀوليون پر پڙهي ڇڏي -

فقط ١٢

